# لولوڙ تنم کا نوَکي

(ٻارڙن لاءِ شاعري)

## ياسر قاضي



سنڌڙي ڪتابي سلسلو، رتوديرو/ڪراچي-15

(ڊسمبر - 2017ع)

سنڌڙي ڪتابي سلسلي جو پندرهون ڪتاب

# لولو ڏنم ڪانوَ کي

(ٻارڙن لاءِ شاعري)

## شاعر: ياسر قاضي

پهريون ڇاپو: ڊسمبر 2017ع
تعداد: هڪ هزار
ٽائيٽل ڊزائن: فتاح هاليپوٽو (شرجِيل)
اسڪيچ: ياسر قاضي
ڪمپوزنگ: ياسر قاضي
پيج ميڪنگ ۽ لي آئُوٽ: شعيب پيرزاده
ڇپيندڙ: شعيب پرنٽنگ پريس، شاهراهِ لياقت، ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو/ڪراچي
سهڪار: قاضي عبدالحيَ "قائل" اڪيڊمي سنڌ ۽ مقصُودگُل اڪيڊمِي، سنڌ
قيمت: 200 روپيه      7 امريڪي ڊالر



سنڌ حڪومت جي ثقافت، سيَاحت ۽ نوادرات واري کاتي پاران 15هين ۽ 16هين ڊسمبر 2017ع تي، حيدرآباد ۾ منعقد ڪيل "ٻارڙن جي ادبي ميلي" (چلڊرينس لٽريچر فيسٽيول) جي موقعي تي پڌرو ٿيل

SINDHRRI KITABI SILSILO BOOK NO. 15

**LOLO DINUM KAANW'a KHAY**

(Poetry for Children in Sindhi)

Poet: Yasir Qazi

First Edition: December 2017
Quantity: 1000 Copies
Title Design: Fatah Halepoto (Sharjeel)
Sketches: Yasir Qazi
Composed by: Yasir Qazi
Page Making & Lay-out: Shoaib Pirzada
Printed by: Shoaib Printing Press, Shahrah-e-liaqat, Karachi
Published by: Sindhrri Kitabi Silsilo (Sindhrri Book Series), Ratodero/ Karachi
In collaboration with: Qazi Abdul Hayee Qaa'il Academy, Sindh
& Maqsood Gul Academy, Sindh
**Price PK Rs. 200/-    US $ 7**

# ارپنا

شام جي شهر "ڪوبانيءَ" جائي

معصُوم ءِ بي ڏوهہ مرِي ويلَ 3 سالن جي ڪُرد شامِي ٻالڪَ



# آلان ڪُردِيءَ

جي نانءِ!!

جيڪو پنهنجيُن ننڍڙيُن معصُوم اکين ۾ روشن مُستقل جا اڻ ڳڻيا خُواب کڻي،

وهيءَ ماڻهُ کان اڳ ئي پري هليو ويو.

جنهن جو لاش 2 سيپٽمبر 2015ع تي ڏکڻ تُرڪيءَ جي "بوردِم" نالي سامُونڊِي ڪناري تي مليو.

هي ٻارڙو پنهنجي والدين (والد "عبدالله ڪُرديءَ"، ماءُ "ريحانہ" ءِ چئن سالن جي ڀاءُ "غالب") سان هجرت ڪندڙ مُسافرن جي اُن قافلي ساڻ هو جيڪو شام ۾ جاري دهشت گرديءَ جي خدشن سبب شام ڇڏي، ٻيڙيءَ رستي، يُونان جي ساحل "ڪوس" ڏانهن وڃي رهيو هو. رات جي وقت ٻن ٻيڙين جي ڪلٽي ٿيڻ سبب اُن قافلي جا 122 ماڻهُو موت جو شڪار ٿي ويا. انهن وچڙِي ويلن ۾ آلان جو ڀاءُ "غالب" ءِ سندس امڙ "ريحانہ" بہ شامل هُئا.

**- ياسر قاضي**

# سٽاءِ



## لولو ڏنم ڪانوَ کي (نظمَ)

پبلشر نوٽ

## اشاعتي خدمت جا 34 سال

هڪ سال جي وقفي کان پوءِ، پنهنجي اشاعتي خدمتن جي 34هين سال جي تڪميل تي، اسان "سنڌڙي ڪتابي سلسلي" جو پندرهون ڪتاب "لولو ڏنُم ڪانوَ کي" ڪٺي حاضر ٿيا آهيُون، جنهن جي نالي مان ئي ظاهر آهي تہ هِي ٻارڙن لاءِ لکيل ڪتاب آهي. هن کان اڳ، گذريل سال ڊسمبر جي مهيني ۾ مُنهنجي ئي ٻارڙن جي شاعريءَ تي مُشتمل ڪتاب "اُٺ ماما گوگڙوءَ" جو ٻيو ڇاپو پڌرو ٿيو. هي اسان جي ڪتابي سلسلي جو ٻيو ڪتاب هو، جيڪو ٻيو پيرو شايع ٿيو ان کان اڳ اُستاد بُخاريءَ جي چئوسِٽن ۽ رُباعين جو ڪتاب "لهر لهر دريا" بہ ٻيرا شايع ڪيو آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو 1990ع ۽ ٻيو ڇاپو 1993ع ۾ شايع ٿيو. اهو ڪتاب اُستاد بُخاريءَ پنهنجي چاهہ سان، پنهنجِي ئي نظرداريءَ ۾ سلسلي جي بينر هيٺ شايع ڪرايو هو. "اُٺ ماما گوگڙُو" جي پهرين ڇاپي جي هڪ هزار ڪاپين جي ڏيڍ سال اندر

وِڪامِي وچڻ ۾ ٻارن جي هٿن تائين ڪاميابيءَ سان پهچڻ کان پوءِ اُن جي ٻي ڇاپي ۾ ساڳئي ڪتاب جو 2000 جي تعداد ۾ ڇپجڻ توڙي، پُوري ڏيهه جي ٻارڙن تائين پهچڻ، نه رڳو هن ڪتاب جِي ڪاميابِي ليکبِي، بلڪ ان ڳالهه جو دلِيل به مڃبو ته اسان جو ٻارُ اڄ به معيارِي ادب پڙهڻ چاهي ٿو ۽ جي ڪيس صحتمند مواد فراهم ڪجي، ته هُو نه رُڳو اُن کي چاهه سان پڙهي ٿو بلڪ هانءَ سان هنڊائي به ٿو.

اسان جي اها ڪامياب ڪوشش رهِي ته اسان "اُٺ ماما گوگڙُوءَ" کي سڄيءَ سنڌ جي ٻارن تائين پهچايئُون. جنهن ڪوشش تحت اسان نه فقط هر ضلعي جي اهم اسڪُولن تائين ڪتاب کي پهچايوسي، بلڪ ڪتاب سڄيءَ سنڌ جي مُک بُڪ اسٽالن تي به دستياب رهيو. اوهان جي هن پسنديده ڪتابَ کي سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري حيدرآباد پاران "سال 2014ع جي ٻارڙن جي بهترين سنڌي ڪتاب" جو ايوارڊ پڻ مليو. اوهان کي اهو ٻُڌائيندي به سرهائِي ٿِي محسُوس ٿئي ته "اُٺ ماما گوگڙُوءَ" جي ٻن نظمن کي نامياري اشاعتي اداري "آڪسفورڊ يُونيورسٽِي پريس" پاران "سنڌ ايجُوڪيشن فائُونڊيشن" لاءِ ڇپيل درسِي ڪتابن ۾ ۽ هڪ نظم کي پنهنجي پاران ڇپيل سنڌي درسي ڪتاب ۾ شامل ڪيو آهي.

ٻاراڻي ادب جي مُسلسل ڪميءَ کي نظر ۾ رکندي، 2017ع جي آخر ۾ اسان ٻارڙن جي 36 نظمن تي مُشتمل هي ڪتاب "لولو ڏنُم ڪانوَ کي" هڪ نئين سُوکڙِيءَ طور سنڌ جي ٻارڙن کي ارپي رهيا آهيُون. جنهن ۾ موضُوعن جي چُونڊ کان وٺي اظهار جي انداز تائين انفرادِي حيثيت ۾ مُون، توڙي مجمُوعي طور تي اداري، تخليقي توڙي تڪنيڪي گهُرجن جو خاص ڌيان رکيو آهي. ٻارڙن جي ڪتابن ۾



اُنهن جي آسانيءَ ۽ سمجهہ جِي سهُولت لاءِ هرنظم سان تصوير (اسڪيچ) جو هُجڻ بہ لازم هُوندو آهي، جنهن جو پڻ اسان پوريَن ڪتابن جيان خيال رکيو آهي. اُميد تہ ٻارڙن ڪي سندن لاءِ سرجيل شاعريءَ سان گڏوگڏ اُهي اسڪيچ بہ پسند ايندا ۽ ”لولو ڏنُم ڪانوَ کي“ نہ رُڳو ٻارن ۾ مقبُوليت ماڻيندو، پر ٻارن جي اُستادن توڙي والدين کي بہ پسند ايندو ۽ سنڌ جي ٻاراڻي ادب ۾ پنهنجو نُمايان جاءِ والاريندو.

آءُ ٿورائتو آهيان سنڌ حڪومت جي ثقافت ۽ سِيّاحت کاتي جي صُوبائي وزيرَ، سنڌ جي سيبتَي شاعر ۽ پنهنجي پياري دوست، سردار شاهہ جو... ساڳئي کاتي جي سيڪريٽري، سنڌ جي نامياري نثرنوِيس ۽ نقادَ ۽ پنهنجي ٻئي پياري دوست، اڪبر لغارِيءَ ۽ ٻاراڻي ادب لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ پنهنجي باشعُور دوست، خالد آزاد جو جن هن ڪتاب کي ثقافت کاتي پاران 15 ڊسمبر 2017ع تي رٿيل ”ٻارڙن جي ادبي ميلي“ (چلڊرينس لٽريچر فيسٽيول) ۾ پڌري ڪرڻ جو اهتمام ڪيو.

**ياسر قاضِي**
”منزلِ مقصُود“، مورڙي جو شهر
پهرين ڊسمبر 2017ع
(12 هين ربيع الاوّل 1439 هجرِي)

مُهاڳ

# ياسر قاضيءَ جي شاعري،

## ٻارن جي حقن واري عالمي پڌرنامي جو منظوم ترجمو

ٻارن لاءِ ياسر قاضيءَ جي ڪيل شاعريءَ تہ مونکي ننڍپڻ ڏانهن موٽائي ڇڏيو آهي، جڏهن پرائمري درجن ۾ درسي ڪتابن ۾ بيت پڙهايا ويندا هئا، جن جي سادي سلوڻي ٻوليءَ ۾ لفظن جو سٽاءُ اهڙو تہ دلڪش هوندو هو جو اڄ بہ انهن بيتن جون ڪي سٽون ذهن ۾ سمايل آهن. ”گيت ڏٽيءَ جا گڏجي ڳايون، جو ٿو تڏڙا مينهن وسائي“، ”منڙا گهوڙا اوري آءُ، خوب خوشيءَ سان داڻو کاءُ“، ”پئسو لڌم پٽ تان“ ۾ اهڙا ڪي ٻيا بيت سمورا تہ نہ، پر انهن جون ڪي سٽون ڪڏهن ڪڏهن ذهن تي ترِي ايندڙيون آهن. پوءِ واري زماني ۾ تہ اهڙو واءُ وريو جو ٻارن جا درسي ڪتاب ئي مَتجي ويا، پر انهيءَ سان گڏ سادن سلوڻن ٻولن وارن بيتن جي جاءِ بہ ڪَريل ٻوليءَ وارن بيتن والاري ڇڏي، جن ۾ نہ ٻارن جي عمر جو خيال رکيو ويو ۽ نہ ئي لفظن جي سٽاءَ جو. مونکي پڪ آهي تہ نئين نسل

ڪي اهڙن بيتن مان ڪا هڪ سِٽ بہ ياد نہ هوندي.

ٻارن لاءِ شاعريءَ جي وڏي اهميت هوندي آهي ۽ انهيءَ اهميت کي عالمي سطح تي مڃيو ويو آهي. تعليم جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ ٻارن لاءِ شاعري رُڳو ڪلاس روم ۾ سبق طور پڙهائڻ لاءِ نہ هوندي آهي، پر اها انهيءَ ڪري بہ لازمي آهي تہ شاعري ٻار ۾ تخليقي صلاحيتن وڌائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي، جنهن ۾ ٻوليءَ جو سڌارو، ٻوليءَ جي استعمال واري صلاحيت، لکڻ جي صلاحيت، لفظن جي ڀنڊار ۾ اضافو، تخليقي سوچ، پنهنجي سوچ ۽ خيالن جي اظهار جي صلاحيت، جملن جو سٽاءُ ۽ اهڙيون ٻيون ڪوڙ صلاحيتون شامل آهن.

مان موجوده زماني ۾ ٻارن لاءِ ٽيندڙ شاعريءَ جي معيار مان ڪڏهن بہ مطمئن ڪونہ ٿيس، پر تازو جڏهن نوجوان شاعر، اديب، ڪمپيئر ۽ براڊڪاسٽر، ياسر قاضيءَ جي ٻارن لاءِ ڪيل شاعري پڙهيم تہ انهيءَ جي معيار ڪي ڏسي حيران ٿي ويم. سچ تہ مونکي ننڍَي هُوندي جي پڙهيل بيتن کان بہ وڌيڪ بهتر شاعري لڳِي، جنهن ۾ سادن سلُوڻن جُملن ۽ لفظن جي سٽاءَ سان گڏ مقصديت پريل آهي. ”مِنو الله“ جي عنوان سان سندس لکيل حمد تہ انسانذات توڙي هر جِيوت لاءِ ڪائنات جي خلقڻهار جي سمورين رحمتن جي اُپٽار ڪري ٿو جنهن جو مثال رُڳو هنن پهرين سِٽن مان ئي ملي وڃي ٿو:

سمُوريون ڪائناتون جنهن سَجايون
سڄيءَ دنيا کي بخشيون جنهن پلائيُون
سيئِي جنهن جي اڳيان ٿا سِرُ جهُڪايون
شجرَ، سرسبز ڪيتيون جنهن اُپايون

نپايو جنهن چمنُ، گُل، گاهہُ آهي
اُهو منهنجو مِٺو الله آهي.

سندس هڪ ٻئي نظم ته سچل سرمست جو ڇڻ ته سمورو ميلو گهمائي ورتو. "سچل جي عرس جو ماڻهن نظارو درازين مان پُٺس تنهن رات ٻارو" ڪان وٺي اهو بيت پڙهجي ته سچل جي درگاهه تي مَچيل ميڙي جو سمورو نظارو ۽ ادبي محفلن ۾ سنگيت ڪان ويندي هر سرگرميءَ جو نقشو ذهن آڏو اچيو وڃي. ٻارن لاءِ ان قسم جي شاعرِي سچ ته هڪ نواڻ ۽ جدت آهي.

ايئن ئي وري اڳئين زماني واري بيت "پئسو لڌم پَٽَ تان" وانگر ياسر قاضيءَ "لولو ڏنم ڪانوَ" جهڙو دلچسپ نظم لکي ٻارن جي دل وندرائڻ وارو انداز اختيار ڪيو آهي.

ياسر جي شاعريءَ ۾ مقصديت ڳوليندي "ٻارڙا، اکين جا تارڙا" جي عنوان سان نظم نظر اچي ويو جنهن ۾ هن ٻارڙن کي پيار ڏيڻ لاءِ والدين ۽ اُستادن کي مخاطب ٿيندي اهڙا ته جملا تخليق ڪيا آهن، جيڪي ٻارن جي حقن بابت عالمي پڌرنامي جو ڇڻ ته حصو آهن. بلڪ مان ته چوندس ته جيئن مولوِي حاجي احمد ملاح، ڪلام پاڪ جو منظُوم ترجمو سنڌي شاعريءَ ۾ ڪيو هو تيئن ياسر، ٻارن بابت عالمي پڌرنامي کي سنڌي شاعريءَ جي شڪل ۾ اسان جي آڏو پيش ڪيو آهي. انهيءَ جو مثال هنن سِٽن مان ملي ٿو:

ٻار توٽي جِتي جو هجي
يل هُتان يا هِتي جو هجي
ٻارُ معصوم، ٻي ڏوهہ آ

بـــار جـــي مُـــرڪ ئـــي مـــوهـــ۽ آ
بـــار سُـهـڻـو يـا ڪـوجـهـو نـــ ڪــو
بـــار گـــورو يـــا ڪـــارو نـــ ڪـــو

انهيءَ ساڳئي نظم ۾ متيبد خلاف نياپو ڏيندي هُو ٻارن جي تعليم جي بنيادي حق جي ڳالھ بہ ڪري ٿو. ايئن ئي هُنَ ”علم عرشن تي پُجائي“ نظم لکي تعليم جي اهميت کي اُجاگر ڪيو آهي.

ٻارن جي عمر ۽ سندن دلچسپين کي نظر ۾ رکندي هن ”گُڏي گُڏِيءَ جي شادي“ جهڙو نظم لکي ٻارن کي وندرائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ٻارڙن جي نفسيات کي ذهن ۾ رکندي هن اهڙا ئي نظم ”چنڊ کي بُخار“ ۽ ”چڙيا گهر جو سير“ جي عنوان سان لکيا آهن. جنهن مان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ ٻارڙن کي دلچسپ ۽ مزيدار لفظن سان وندرائڻ جو بہ ڪيس وڏو ڏانءُ آهي.

ياسر، ٻارن ۾ ڪتابن پڙهڻ سان چاھ پيدا ڪرڻ لاءِ ”ڪتابن سان قُرب“ جهڙو نظم لکڻ سان گڏ سماج ۾ نياڻين لاءِ پيار جي اهميت جو پيغام ”عيني، سونُو ۽ زيني“ واري نظم ۾ ڏنو آهي.

ياسر جي ٻارن لاءِ ڪيل شاعريءَ جي هڪ ٻي خاصيت هيءَ آهي تہ هن ”گلوبل وارمنگ“ يعني ”عالمي گرمِيءَ ۾ واڌ“ جهڙن مسئلن کي موضوع بنائي ٻارڙن کي ايڪيهين صديءَ جي ان عالمي مسئلي کان بہ آگاھ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. بلڪل اهڙي طريقي سان هن عالمي سطح تي جنگ ۽ تباهين جي نتيجي ۾ انسانذات سان ٿيندڙ ويڌن تي لکندي امن ۽ سلامتيءَ جي اهميت جو پيغام ڏيندي ”آلان ڪُرديِ“ (دبجي ويل دانهن) جهڙو اثرائتو ۽ من ۾ پيهجي ويندڙ نظم بہ



لکيو آهي. مان ياسر کي هن ڪتاب جي مُنفرد انتساب تي مُبارڪباد توڏيان، جو هُن پنهنجو هي ڪتاب ارپيو بہ معصُوم "آلان ڪُردِي" کي آهي.

مان سمجهان ٿو تہ اسان جي ٻارڙن کي اسڪولن ۾ تہ اهڙا معياري نظم پڙهائڻ لاءِ ياسر جي شاعريءَ کي درسي ڪتابن ۾ شامل ڪرڻ گهرجي، پر خُود سنڌي والدين بہ گهرن ۾ پنهنجي ٻارن کي هيءَ شاعري پاڻ بہ پڙهي ٻڌائن ۽ کين پاڻ پڙهڻ لاءِ بہ همٿائين.

**نصِير اعجاز**

ڪراچِي

شاعر پاران

## ايڪويهين صديءَ جو ڪانءُ ۽ بيڪريءَ جو لولو

پَرُ سال ڊسمبر جي ڪنهن سرد رات حيدرآباد جي آٽو ڀان روڊ تي واقع "لال قلعي" ريسٽورنٽ ۾ رات جِي ماني کائِيندي مُون سائين تاج جويي، سائين زيب سنڌيءَ، سائين مُختيار سِمِي، ڊاڪٽر مخمُور بُخارِيءَ ۽ پياري ناصر سان ڪچهرِيءَ ۾ سيني کان ان ڳالهہ جي تصدِيق پئَي ورتي تہ "ڪانوَ" لفظ جِي صحيح صُورتخطي ڇا ٿِيندي!؟ ڇاڪاڻ تہ لِکت ۾ عام طور "ڪانءَ" پڙهڻ ۾ اِيندو آهي، جڏهن تہ اُچار جي لحاظ کان اهو قانُوناً "ڪانوَ" هُجڻ گهُرجي. سواءِ سائين مُختيار سمي جي باقي سيني سينيئرن مُنهنجيءَ ان راءِ جي تصديق ڪئي، تہ جڏهن لفظ "ڪانءُ" لکجي ٿو تڏهن تہ اُن جي صُورتخطي اها ئي صحيح آ. پر جڏهن لفظ "ڪانوَ" لکجي ٿو تہ پوءِ اهو "ڪانوَ" ئِي لکبو. اها تصدِيق مُون انهن اعليٰ علم وارن ادب جي صاحبن کان ان ڪري ئي پئي ورتِي، تہ هن ڪتاب جو جيئن تہ نالو ئي اهو آهي، تنهن ڪري ان جي نالي ۾ غلطيءَ جِي ڪابہ گُنجائش رکي نہ پئي سگهيُس. ان ڳالهہ جي پَڪَ مُون

ڪُجھ ٻين نالي وارن اديبن ۾ پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن کان پڻ ڪئي. سائين فتاح هاليپوٽي کي بہ ڪتاب جو سرِورق ڊزائن ڪرڻ لاءِ ڏنم تہ کين ان ڳالهہ جِي تاڪِيدَ ڪيم تہ نالي جِي صُورتخطيءَ ۾ لفظ ”ڪانوَ“ ئي لکجو. اُن ئي رات مُون سائين تاج جويي کي هن ڪتاب جو مُهاڳ لکڻ لاءِ پڻ گُذارش ڪئي. پر اُن پنهنجيءَ مصرُوفيت سبب انڪار ڪيو ۽ ٻڌايو تہ فلاڻا فلاڻا ڪم هٿ ۾ آهن. تنهن ڪري مُهاڳ ڪونہ لکي سگهندُس.

ٻارڙن لاءِ هِي مُنهنجو ٽيون ڪتاب آهي. آءٌ ظاهرِي طور تي تہ هر وقت ٻارن سان گڏ ڪونہ ٿو رهان، پر مُنهنجو ڌيان هر وقت ٻارن سان رهندو آهي. مُنهنجي ذهن کي روز ڪونہ ڪو ٻارن جِي دلچسپيءَ جو موضُوع، سندن دلچسپِيءَ جِي ڪا نہ ڪا وٿَ، ڪا نہ ڪا ڪرت چُهنڊِي رهندي آهي ۽ مُون کي ڪو نثري ٽُڪرو، ڪا ڪهاڻِي يا ڪو نظم لکڻ لاءِ پئي اُتساهِيندي آهي. مُون کي دُنيا جو هر ٻار غير مشرُوط طور تي وڻندو آهي ۽ ڪنهن بہ ٻار کي روئندو ڏسي انتهائي اذيت ٿيندي آهي. ڪي بي حس ماڻهُو اڄڪلهہ سوشل ميڊيا رستي ٻارن کي ماري پڙهائڻ واريُون ويڊيوز وڏي فخر سان شيئر ڪندا آهن، جن کي ڏسي (جن ۾ ٻارن کي روئندو ڏسي) سخت تڪليف ٿِيندي آهي ۽ خواهش ٿيندي اٿم تہ اُن شخص سان ضرُور مِلي اُن جي ذهنِي پَستِيءَ جو سبب ڄاڻان، جنهن جذبي کان مجبُور ٿي هُن اها ويڊيو ٺاهِي هُوندي.

سال 2016ع ۾ مُنهنجو ٻارن لاءِ ڪوبہ نئون ڪتاب شايع ڪونہ ٿيو هو (البتہ ”اُٺ ماما گوگڙُوءَ“ جو ٻيو ايڊيشن ڊسمبر 2016ع ۾ شايع ضرُور ٿيو هو) تنهن ڪري مُون کي سنڌي لئنگئيج اٿارٽِيءَ پاران ٻارڙن جي ادب ـ کيتر ۾ سال 2016ع ۾ ڇپيل ڪتابن لاءِ ججُ مُقرر ڪيو ويو هو. ان ڏس ۾ موصُول ٿيل 5 ڪتابن کي پڙهِي سخت مايُوسيءَ جو

شڪار ٿيُس ۽ ٻارن جي ادب جي (نہ صرف ليکڪ، بلڪ) هڪ ڀرپُور حاميءَ جي بحيثيت ۾، مُون کي پنهنجو فيصلو ڏيڻ لاءِ اهڙن ڪتابن کي پڙهڻو پيو جن مان ڪجهہ کي نہ فقط "ٻارڙن جو ادب" نہ ٿو چئي سگهجي، بلڪ "ادب" ئي نہ ٿو چئي سگهجي. ڪُجهہ ڪتابن ۾ تہ ٻاراڻي ڪچي دماغ اندر انتهاپسنديءَ وارا رُجحان ويهارڻ جي زوريءَ ڪوشش ٿيل هُئي، جن جي مُطالعي کان پوءِ سنڌيءَ ۾ تخليق ٿيندڙ ٻارڙن جي ادب جي حوالي سان مُنهنجي ڳڻتِي هيڪاندِي وڌي وئي ۽ خيال آيُم تہ سنڌ جي هر ليکڪ کي مان ذاتِي طور تي گُذارش ڪريان تہ هُو ٻارن لاءِ لکن. انفرادِي طور تي هر ڪو الڳ الڳ ڪتاب نہ بہ لکي، تڏهن بہ سنڌ جا سوين شاعر ۽ ڪهاڻيڪار سال ۾ جَي هڪ هڪ نظم يا هڪ هڪ ڪهاڻي بہ لکن تہ هر سال ٻاراڻي ادب ۾ ڪهاڻين توڙي نظمن جُون ڪئين "اينٿالاجِيز" ڇپجِي اسان جي ٻار جي شخصيت جِي تعمِير ۾ پنهنجو اهم ترِين ڪردار ادا ڪري سگهن ٿيُون. پاڪستان ٽيلي ويزن جي ٻارن جي پروگرام "روشن تارا" ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي ٻارن جي رسالي "گُل ڦُل" مان هاڻي اُميد رکڻ تہ بيوقُوفي آهي، البتہ سنڌي ٻوليءَ جا هيترا چينل هفتي ۾ ٻارڙن لاءِ هڪ هڪ پروگرام بہ نشر ڪرڻ شرُوع ڪن، تہ اها ڪيڏي وڏي خدمت ٿي سگهي ٿي ۽ اها ايندڙ نسل جي ذهني اوسر ۾ ڪيڏو وڏو ڪردار ادا ڪري سگهي ٿي، ان جو احساس اسان مان گهڻن کي آهي ئي ڪونہ!

هن ڪتاب ۾ لکيل مُنهنجا نظم سڀ تازا آهن، جن مان اڌو اڌ 2016ع ۾ ۽ اڌ 2017ع ۾ لکيل آهن، جن جي موضُوعن کي مُون پنهنجن پهرين ٻن ڪتابن "ٻيڙِيءَ ۾ چنڊ" ۽ "اُٺ ماما گوگڙُوءَ" کان مُختلف رکڻ جِي ڪوشش ڪئِي آهي، پر ڪي موضُوع اهڙا آهن (جيڪي علم سان چاهہ ۽ ڪتاب سان دوستيءَ سان لاڳاپيل آهن)، جن

تي مان پنهنجي هر ڪتاب ۾ الڳ الڳ انداز ۾ لکڻ چاهيندُس ۽ جيسين لکي سگهيُس لکندُس. اُنهن موضُوعن ۾ الله جي واڪاڻ، اُن جي نبيءَ جي سارَ سان گڏوگڏ پيغام توڙي ابي امڙ جي مقام جي اُپٽار ڪندڙ موضُوع پڻ شامل آهن. بدلجندڙ دور جي گهُرجن کي ڏِسندي مُون کي اڄ جي ٻارَ ۽ سُڀاڻي جي معمارَ ۾ تمام گهڻيُون اُميدُون آهن، تنهن ڪري اُن سان مُتجندڙ دور جي حوالي سان سندس مُتوقع ڪردار جي حوالي سان ڳالهيُون ڪرڻ تي الاهي دل چوندي آهي، جيڪي ڳالهيُون مان اڄ جي ٻار سان نثر توڙي نظم جِي صُورت ۾ ڪندو آهيان. هن ڪتاب ۾ بہ مُون پنهنجن نظمن ۾ سائنس اهڙيُون ڳالهيُون ڪيُون آهن. اُن ڪري اوهان کي هن ڪتاب ۾ تفريحي نظمن ۽ گِيتن سان گڏوگڏ، آئندي جي اَوني جو اظهار ڪندڙ نظم پڻ ملندا. مان ان ڳالهہ جو قائل آهيان تہ "ٻارن بابت شاعري" ۽ "ٻارن لاءِ شاعرِي" بہ الڳ الڳ شيُون آهن ۽ ضرُورت "ٻارن لاءِ شاعرِي" ڪرڻ جِي آهي، پر مُون شعُورِي ڪوشش ڪندي، هن ڪتاب ۾ ڪي نظم، والدين ۽ اُستادن ڏانهُن مُخاطب ٿي پڻ لکيا آهن، جن ۾ مُون سندن ڪردار جي حوالي سان واضح ڪيو آهي تہ ڪين ٻار جي تربيت ۾ ڪهڙو ڪردار ادا ڪرڻ گهُرجي.

مُون پنهنجن پوئين ڪتابن جيان، عمر جي لحاظ کان ٻارن کي ٽن ڪيٽيگرين ۾ ورهائي انهن لاءِ لکيو آهي (جنهن جو ذڪر مُون "ٻيڙِيءَ ۾ چنڊ" ۽ "اُٺ ماما گوگڙُوءَ" ۾ پڻ ڪيو آهي). اهي ڪيٽيگريُون آهن: 2 سالن کان 7 سالن جا ٻار، 7 کان 13 سالن جا ٻار ۽ 13 کان 18 سالن جا ٻار. اُستادن ۽ والدين جِي سهُولت خاطر هر نظم جي مٿان هڪ، ٻن ۽ ٽن ستارن جِي صُورت ۾ ان جَي ڪيٽيگريءَ جِي نشاندهِي ڪئي وئِي آهي، تہ ڪهڙو نظم ڪهڙِي عمر جي ٻار لاءِ موزُون آهي. اهي ستارن جُون

نشانيُون هنن ڪيٽيگرِيز جِي نشاندهِي ڪن ٿيُون:

* 2 سالن کان 7 سالن جي ٻار لاءِ
** 7 سالن کان 13 سالن جي ٻار لاءِ
*** 13 سالن کان 18 سالن جي ٻار لاءِ

ان جو مطلب اهو هرگز ناهي جنهن ٻار جي عُمر جنهن ڪيٽيگريءَ وارِي آهي، اهو فقط اهي ئي نظم پڙهِي سگهي ٿو ۽ ٻيا نظم نہ ٿو پڙهِي سگهي، پر ان جي ذهني سطح جِي پرُوڙ آهر، ان ڪيٽيگريءَ جِي نشاندهِي ڪئي وئِي آهي. ڪن ٻارن جِي ذهني عمر پنهنجِي عمر کان وڏِي ٿئي ٿِي. اهڙن ٻارن جِي سمجه آهر ڪين سندن مٿين ڪيٽيگريءَ وارا نظم پڻ پڙهائي سگهجن ٿا. هن ڪتاب ۾ بہ مُنهنجن پوئيَن ڪتابن جيان 36 نظم شامل آهن، جن منجهان گهڻا نظم 2 تارن وارا (**) آهن. جنهن مان واضح طور تي سمجهڻ گهرجي تہ مُنهنجو گهڻو توجّهہ 7 سالن کان 13 سالن جي ٻارن تي آهي، ڇاڪاڻ تہ اها عمر ٻالڪپڻي وارِي سمجهہ جِي اُسرندڙ عمر ٿئي ٿِي. ان عمر جا ٻار هڪ ستاري وارا گيت بہ سمجهي سگهن ٿا ۽ ڪنهن حد تائين 3 ستارن وارا نظم بہ سمجهي سگهن ٿا.

ٿورائتو آهيان، برجستي اديب، مُحقق ۽ صحافيءَ، سائين نصير اعجاز جو جنهن مُنهنجي فرمائش تي تمام گهٽ وقت اندر ڪتاب جو مواد پڙهِي، اڪثر ليکڪن جي اُبتڙ ايڏو جلدِي سُهڻو مُهاڳ لکي ڏنو. اُنهن ساڻ آءُ ساهتيءَ لاڙڪاڻي جائِي سينيئر ليکڪا ۽ آل انڊيا ريڊئي جِي سنڌِي "ريڊيو ڪار"، ديدي وِينا شرنگيءَ جو، جنهن دهليءَ مان مُنهنجي ڪتاب جي پوئين پاڻي (بيڪ ٽائيٽل) لاءِ پنهنجِي راءِ لکي

موڪلي ۽ پنهنجي مُحترم اُستاد ۽ سنڌ جي ڄاتل سُڃاتل چترڪار، سائين فتاح هاليپوٽي (شرجيل) جو جنهن، مُنهنجن اڳين ڪتابن جيان، هن ڪتاب لاءِ پڻ سهڻو ٽائيٽل ڊزائن ڪري ڏنو.

ٻارن لاءِ لکڻ جو جذبو ان ڪري به مُون مان نڪرِي ڪونه ٿو سگهي، جو اڄ جي ٻار کي صحتمند ادب جي جيتري اڄ ضرورت آهي، اوترِي شايد اڳ ڪنهن به دؤر ۾ ناهي رهِي ۽ اُن ئي مُشڪل دؤر ۾ اسان وٽ ٻارن جو ادب نه پيو سرججي. اوهان کي پاڻ لاءِ نيڪ خواهشن جِي گُذارش، ته مان ان سفر ۾ ڪڏهن به نه ٿَڪجان. (آمين)!

**ياسر قاضي**
هوٽل "ٽريولاج"، ڪنگز ڪراس، لنڊن
(برطانيه ۾ قيام دؤران لکيل)
8 آڪٽوبر 2017ع
djyasirqazi@yahoo.com




**

# مِٺو اللهُ

## (حمد)

سـمُـوريُـون ڪـائـنـاتُـون جـنـهـن سـجـايُـون
سـجـيءَ دنـيـا کـي بـخـشَـيُـون جـنـهـن پَـلايُـون
سيئي جنـهـن جي اڳيـان تـا سِرُ جُـهـڪـايُـون
شـجـرَ، سـرسـبـز کـيـتـيُـون جـنـهـن اُپـايُـون
نپايو جنهن چـمـنُ، گـلُ، گـاهُـه آهـي
اُهـو مُـنـهـنـجـو مـٺـو الله آهـي

پيو جو مِينهَن رحمت جا وَسائي
بشر کي سيءَ، گرميءَ کان بچائي
سين کي رزق ۾ روزي رسائي
شفا ڏِئي، بارُ بِيماري پچائي
سين جو راهه ۾ همراهُه آهي
اُهو مُنهنجو مِٺو الله آهي

ٻٽايا جنهن سيئي جنسارَ آهن
ملائڪ، جنّ، ڏارئُون ڏار آهن
گراڙا، جُوان، ڳيرو پارَ آهن
سيئي مُنهنجي پرينءَ جا پارَ آهن
وِڏو جنهن هر بدن ۾ ساهُه آهي
اُهو مُنهنجو مِٺو الله آهي

ڏنئين انسان جي عظمت اسان کي
نوازيئين علم جي دولت اسان کي
اُڏامڻ جي ڏنئين طاقت اسان کي
مُحبّت سان عطا محنت اسان کي
ڏنو جنهن پاڻ تي ويساهُه آهي
اُهو مُنهنجو مِٺو الله آهي




صـــداقـــت جَـــي ســـدا رســـتـــي هـــلائَـــي
مُـســـلـــســـل واٽ ســـربـــســـتِـــي وٺـــائـــي
اســـان كـــي مـــاڳ، مـــنـــزل تـــي پُـــڄـــائَـــي
مُـصـــيـــبـــت مـــان ســـدا سَـــرهـــو ٽـــپـــائَـــي
بنهہ بيشڪ جو بي پرواھہ آهي
اُهـو مُـنـهـنـجـو مِـتـو الله آهـي





***

# نعت

مان ※ 1 نبل بالڪ، بنهه بيوَس ※ 2 حقِير
پَر، ※ 3 "علم جي شهر" جو آهيان فقِير

مان مدينـي جي هان مالڪَ جو غُلام
جو عمل ۽ علم جو آهي امام

سڀ جهانن لاءِ جو رحمتَ بَڻيو
جنهن جو نالو آسمانن کي وڻيو

هر زماني جو بڻيو آ جو نبي
ذات تي جنهن جي نبوّتَ ختم ٿِي

جـنـهـن جـو آدم كـان اڳـي ئِـي نُـور هـو
اُيُ جـنـهـن جـي نُـورَ سـان پـرپُـور هـو

جـنـهـن جـي آڱُـر جـي اشـارَي سـانُ چـنـڊُ
ٽِـي ويـو اڌ اڌ، نـہ سـهـنـدي جـنـهـن جـو ٭ 4 مـنـڊُ

جنهن تـي ڪـڪـرِيءَ هـر گـهـڙِي رحـمـت ڪـئِـي
اُس جـنـهـن جـي جـسـم تـي ڪـانـهـي پَـئِـي

جـيـڪـو مـسـڪِـيـنـن ـ اَجـهـو ٭ 5 آڌارُ آ
بـي سـهـارن ۽ يـتـيـمـن ـــ يـارُ آ

جـنـهـن ڪـهـلَ هـر سـاهـہ وارَي تـي ڪـئِـي
عـرشَ، ڌرتِـيءَ، چـنـڊ، تـارَي تـي ڪـئِـي

سـو ”بـدر“ ۽ ”اُحـد“ جـو روشـن ٭ 6 قـمـر
جـنـهـن جـا نـوڪـرَ جِـنَ، مـخـلُـوقُـون، ٭ 7 بشـر

ڏِيـن پُـورو تـيـو مـتـس الله جـو
مـان هـان دعـويـدار تَـنـهـنـجـي چـاهـہ جـو

شـلَ ڪـيـان تـعـلـيـم تـي تَـنـهـنـجـي عـمـل
جـيـئـن مُـنـهـنـجـي زنـدگِـي گُـذري ٭ 8 سـقـل



آ دُعــا مــعــصُــوم دل جَــي چــاهَـــ جِـــي
ڏي شـــفـــاعـــت ٿُـــون رسُـــول الله جِـــي



---

* 1 ضعِيف، ڪمزور
* 2 معمُولِي، ننڍڙو
* 3 نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم
* 4 جادُو
* 5 آسرو
* 6 پُورو چنڊُ
* 7 انسان
* 8 ڪارائتِي، ڪمَ وارِي






★★

# دُعا

عرضُ ٻالڪ جو اگھائجُ، اي خُدا!
مِهر سان منزل رسائجُ، اي خُدا!

دل ۾ وجُهه انسانيت جَي چاهَه ڪي
منَ ۾ همدرِدي سَمائجُ، اي خُدا!

لوڀَ ـ لهرُن ۾ نه ڦاسائج ڪڏهن،
ٻاجهه سان ٻيڙا ٽَپائج، اي خُدا!

نيڪ جا منزل هُجي، مُنهنجِي هُجي
مُون کي بَدِيءَ کان بچائجُ، اي خُدا!
مُنهنجِي محنت ۽ مُحبّت کر سُجاڳَ
صبر جو قَلُ تُون چکائجُ، اي خُدا!

ڪُوڙ ڪُلفت ۽ ڪدُورتَ کي بنهه
سوچ مان سيَ جِيءَ پُلائجُ، اي خُدا!

اُلفتن جَي عام ڪر امڪان کي
گُلفتُون دل مان پَچائج، اي خُدا!

حوصلو ڏي، پيار جو دُنيا اندر
مان ڪيان دَستُور رائج، اي خُدا!

باعمل ڪرا ۽ سِڪڙ وارَن مان ڪرا
علم جو رستو وناِئج اي خُدا!






★★

## امان

ٽُون دُعا ڏِين ٿي، مُقدّر تو کُلَي
ڪاميابيُن ۽ خُوشين جو دَرُ کُلَي

ٽُون دُعا جو درُ مُحبّت جو جهان
ٽُنهنجِي ڳُن تعرِيفَ ڌرتِي، آسمان

پيٽَ ۾ پاليُئـ، نپايُئـ لاڏَ مان
مهربانيُون ڪِيئَن مان ٽُنهنجيُون مَيان!

مان سُکن جِي ننڊ ماڻِي، تو نہ پرَ
ٽُنهنجا هِن احسانَ اڻ ڳِڻ ۽ اَپرَ

مان رهيُس پرديس ۾ بي تاب تُون
مُون سُڪُون ماڻيو مگر بي خُواب تُون

تُنهنجِي لوليِ اڄ بہ منَ ۾ پئِي هُرَي
ساهَہ ۾ تُنهنجِي مُحبّت پئِي سُري

سُونهن تُنهنجِي هر ادا، ممتا ڀريلَ
تُنهنجي هر انداز ۾ اُلفتَ ـ اُڇلَ

ٻارڻ ٻُلجِي، تو نڀايو آهہ مُون
ڪيتريُون آيُون ڏُکيُون ڀل حالتُون

تُنهنجي پيرن منجهہ جنّت آ لِڪلَ
تُنهنجِي خدمت پيو ڪيان تا عُمر ڀلَ!

شال، پرورَ جي پناهُن ۾ هُجِين!
تُون سدا مُنهنجي نگاهُن ۾ هُجِين!

تُنهنجو پاڇو سِرَ مٿان قائم رهَي
مامتا جو مرتبو دائم رهَي

تُون صحت سان ڪي صديُون جيئندِي رهين
جامَ مُنهنجي پيار جا پيئندِي رهين






★★

# بابا

## (يتيم ٻار جا جذبا)

مِــتــو ڪــيــڏو آ بــابــا! نــانءُ ٿُــنــهــنــجــو
ٻَــريــو تــو مــنَ جــو خــالِــي ٿــانءُ مُــنــهــنــجــو

ڏنــو تــو نــانءَ جــو پــنــهــنــجــي حــوالــو
سُــڃــاڻ آهــي يــقــيــنــاً ٿُــنــهــنــجــو نــالــو

ســنــدءِ نســبــت ســان دُنــيــا ٿِــي سُــڃــاڻــي
بــلاشــڪ ڪــالــهہ اڄُ تــوڙي سُــيــاڻــي

علم جي چاهہ سان مُون کي نوازيُئہ
بُرو چاهي پلو مُون کي ٻڌايُئي

ڪٿي تو پيٽُ، ڪيئن مُون کي پڙهايو
زماني جِي تڪائِيءَ کان بَچايو

وَهائي تو پَسِينو ڏينهن راتيُون
نپايُون پاڻ چئني جُون حياتيُون

اسان جُون ڳالهڙيُون سمجهِي تو ہاتيُون
سمُوريُون خُواهشوُن هر طور جاتيُون

ڪيَئي اَنگل سيئي پُورا اسان جا
چڏيئي ڪت خُواب اڻ پُورا اسان جا

اُهو ٿُنهنجو منجهاران قُرب ياڪُر
پري دل جو چڏي خوشبُوء سان آڳُر

اجا پي ياد آ پرَ، مارَ ٿُنهنجِي
نہ ڪائِي ياد آهي ڏارَ ٿُنهنجِي

مگر سختِي ڪري جيون سنوارُيئہ
گهڙي ناهي، تراشيُئہ ءِسُڌاريُئہ



تڏهن چاڻن تا ماڻهو نانءُ مُنهنجو
سُرَي مُون ۾ تو ليڪن هانءُ تُنهنجو

مگر تُون اوچتو وئين هٿ چڏائي
بنا ڪنهن کي ٻڌائي، موڪلائي

ويو چڙ اوچتو سِرَ تان چپرُ ڪو
نه پيڙيءَ کي ملي ڪُن ۾ ڪپر ڪو

وئين تُون اوچتو برَ ۾ بِيهارَي
پريءَ دُنيا ۾ ڏَس! ڪنهن جي سهاري

الاهي اُسَ آ دُنيا ۾ بابا!
سڙن تا پير هِي صحرا ۾ بابا!

اجا تائين تي توکي سار سارَي
* 1 رتيديري جو رستو تو نهاري

خُدايا! "منزلِ مقصُود" پايان
مان "گُل" جي مهڪَ کي ورچيان وڌايان






***

# شاهه جو رسالو

هِن سنڌ ـ ديس جي آ عظمت سندو حوالو
آ سچَ جو پيامِي هِي "شاهه جو رسالو"

جنهن کي سچو پتائيءَ سنڌيءَ ۾ آ سُٽايو
وائِيءَ ۽ بيت جي آ صُورت سَچو سَجايو

ڪُل ٽِن هزار بيتن، ڀن سئو قريب وائُن
۾ آهه جنهن سَمايو، ماٺهُن، ❊ 1 مِرُن ۽ جايُن

❊ 2 "ڪلياڻ" کان شرُوع ٿئي، الله جي وڏائِي
❊ 3 "کنياتَ" ۽ ❊ 4 "يمنَ" ۾ نرمل نبيءَ صه جي وائِي

سسئيءَ جو سور آهي پُورن ❊ 5 پنجن سُرن ۾
آ موروڙي جي وَيڌن ❊ 6 "گهاتُوءَ" سندن پنن ۾

❊ 7 "ڪاموڏ" ۾ آ نُوريءَ جو ذڪر ڏِس! نماڻو
هر سِٽَ ۾ سمايل انداز ❊ 8 عالماڻو

سُر مارئيءَ ۾ مارُن سان چاهُه مارئيءَ جو
ڏوتِين، سَڱن، سنگهارن جو مَرتبو متيءَ جو

لِيلان جي لالچن جو قصو بہ آ بيانِي
مُومل جا خُوب ماڻا، راڻَي ❊ 9 لڪُڻ نشانِي

❊ 10 "سورٺ" ۾ آهہ ٻيجل جو ❊ 11 راءِ ساڻ مَيلو
"سهڻي" گهڙِي ڪُنن ۾ دِلڙو ڪٽي ڪو ❊ 12 ٻيلو

❊ 13 "سارنگَ" ۾ بهارِي، تر بر جَي آ وسڻَ جِي
❊ 14 قهرِي ڏُڪار ڪان پوءِ برسات جي اچڻ جِي

❊ 15 "سامُوندي" ۽ ❊ 16 "سرِيءَ" ۾ ❊ 17 ٻيڙِيائيتن جي ٻولِي
جڻ لفظ لفظ ۾ آ ❊ 18 ساگر جي تيز ڇولِي

تِيهن سُرن ۾ آهي سنسار جِي سچائِي
انسان دوستيءَ ۽ اُلفت، امُن جي وائِي



## انسان جي آ عظمت جو ٭ 19 مُستنِد حوالو
## هر ڪنهن جي لاءِ رهبر آ "شاهه جو رسالو"



---

٭ 1 = جانورن، وحشيُن
٭ 2 = سُر ڪلياڻ
٭ 3 = سُر ڪنيات
٭ 4 = سُر يمن ڪلياڻ
٭ 5 = پنجَ سُرَ (سُر سسئِي آبرِي، حسيني، ديسي، ڪوهيارِي ۽ معذُورِي)
٭ 6 = سُر گهاتُو
٭ 7 = سُر ڪاموڏ
٭ 8 = علم وارو
٭ 9 = اُهو لَڪُڻ، جيڪو راڻو مُومل جي سُتل هُوندي، سندس سيرانديءَ کان رکي، ڪاوڙجِي هليو ويو هو
٭ 10 = سُر سورٺ
٭ 11 = راءِ ڏياچ (ڪاٺياواڙ جو اڳُوڻو بادشاهه)
٭ 12 = ڪچو اَڻ پَڪل
٭ 13 = سُر سارنگ
٭ 14 = مُصيبت واري
٭ 15 = سُر سامُونڊِي\
٭ 16 = سُر سرِيراڳ
٭ 17 = ٻيڙيُون هلائيندڙ ملاح، مُهاڻا
٭ 18 = سمُنڊ
٭ 19 تصديق ٿيل، پَڪو



★★

# سچل جو ميلو

سچل جي عُرس جو ماڻُ نظارو
دَرازين مان پُڳس تنهن رات ٻارو!

لِهي لارِيءَ مان راڻيپُور کان اڳتي
کيو مُون هاءِ وَي کان پنڌُ پرٿي

اچي رمضان پندرهينءَ شامَ ڏاري
پُڳم " صاحبڏني" جي مان دُوارَي

متل ميلو هو صُوفين جو چمن ۾
" سچل سرمست" جي سُهڻي صحن ۾

سچل جي هو اڱڻ تي راڳ جارِي
چمن ۾ چؤطرف ويراڳ جارِي

ڪئين هٿَ ۾ ڪئين اسٽال سُهٽا
مليا پئي جن تي ڪيئي مالَ سُهٽا

مٺائِي، ريوڙيُون، ڳانا، پتاشا
هُٺا پڻ چِيڪلا، چوڏيلَ خاشا

سچل جي حاضرِي بيشڪ ڀرِي مُون
عقِيدت ساڻ پنهنجي دِل ڌَرِي مُون

گهٽو بازار ۾ ڪجهہ پاڻ روليُم
اُتان تي پوءِ ادبي ميڙ ڳوليُم

وڏي پنڊال ۾ عالم اديبن
ڪيو پئي ياد سچّلَ کي خطيبن

اُتي کو پيار مان اجرڪ ڏئي ويو
ڳُلهن تي سُوڪڙِي سُهڻِي رکي ويو

لڳو مُون ڏي سچل تحفو اُماڻيو
تہ تي ٺورائتو مُون ٻي وراڻيو:

” وٽيو تحفو يلو اجرڪُ سچلَ جو“
اڇي ٻئي ڏينهن تي اوڊيَل ادلَ جو

ڪٽبي چاهت مان اوڊائيم اڊِيءَ کي
وٽيو سو پيرڻ مُنهنجِيءَ دادلِيءَ کي

ڦُلا ۽ ريوڙيُون سڀَ مِ ورهايَم
سچل جي عُرس جا ڳُرڻ خُوب ڳايَم






# لولو ڎنُم كانوَكي

خرِچي گهُريَم بابَي كان
بابَي ڎنو نوثُ

نوثُ ڎنُم نُورَي كي
نُورَي ڎنِي لائِي

لائِي ڎنَم ييٹ كي
ييٹ ڎنِي بُوندِي

بُوندِي ڎنم ڎاڎِيءَ كي
ڎاڎِيءَ ڎنو لولو

لولو ڏُنم ڪانوَ ڪي
ڪانوَ هنئي اڪِ

ڪانءُ ويو اُڏرِي
مُون ڪي ڏئِي چَڪرِي

ڪانگ ڪيڏَ ٻوڙيُم
ڪني ڪاڙ وؤڙيُم

پِتيم ڏاڍو ڪانوَ ڪي
لوڏو مُنهنجي هانوَ ڪي

ٻڄَي پيو سياٽو
اصُلَ ۾ آياٽو

ڪييئِين ڪون ڪاتو
پِ ٿنگو ڦاتو

ڪڪر ۾ آٽڪيو
ڏنگن ۾ ڦٽڪيو

ڪانءَ ڪئِي زارِي
مَڪن مَلهَ مارِي






★★★

# پارڙا، اکيُن جا تارڙا

## (والدين ۽ اُستادن ڏانهَن)

پارُ اُلفت جو انبارُ آ
پارُ جڳَ جو اکين ـــ تارُ آ

سُونهن جي وصفَ بس! پارُ آ
هِي مُحبّتَ جو آثارُ آ

صبح جِي ساکَ پڻ پارُ آ
جو سُياڻي جو معمارُ آ

ٻارُ توڙي جتي جو هُجي
پل هُتان يا هِتي جو هُجي

ٻارُ معصُوم، ٻي ڏوهُ آ
ٻارَ جِي مُرڪَ ئي موهُ آ

مُسڪراهٽَ آ مذهب سندس
سُونهن فطرت جي اوتيلَ منجهس

ٻارُ سُهڻو يا ڪوجهو نه ڪو
ٻارُ گورو يا ڪارو نه ڪو

ٻارُ اُجري آ دل جو ڌِڻي
جنهن کي چاهتَ جِي ٻولي وڻي

ٻار آ ڪُوڙَ کان پَريرو
سچ سان فطرتاً ويجهڙو

ٻارُ آهي وڏي جو اَبو
ڪو سُڃاڻي سندس مرتبو

ٻارَ جي ذهن ۾ سچَ کي
اڄ ته پوکيُون، ڪڍِي ڪچَ کي

ٻارُ هُوندو جي روشن ذهن
منجهہ تعميرَ هُوندو مَگن

ٻار جِي اڄ جَي تعمير تئَي
اوَڄ قومن جي تقدِير تئَي

ٻارڙا اڄُ پڙهايئُونَ سيئي
قوم جو ڀاڳُ ناهيئُون سيئِي

سنڌ جي روشنِي ٻارڙا
عزم جَي اُپ جا تارڙا






***

# آلان ڪُردي

## (ديجِي ويلَ دانهَن)

ابـلَ! هـڪـڙي قـهـر ڪـان ٿُـون بـچـائـي
امُـنَ جـا خُـواب اکـڙيـن ۾ سـجـائـي

وَتـيُـون پـئـي وئـيـن اسـان ڪـي ڏُور ڪـاڏَي
نـ بـمَ، بـارودَ جِـي هُـئِـي بُـوءِ جـاڏَي

جـتـي هـا بـاغَ، گُـلـشـنَ جـا نـظـارا
جـتـي مـاڻـهُـو رهـيـا پـئـي امُـنَ وارا




جتي ڪو گوڙ ۾ گمسان هرگز
نه هو ڪو جنگ جو امڪان هرگز

مگر هُئي راهه اُن منزل جِي مُشڪل
تڏهن سا جُوءِ تِي هرگز نه حاصِل

اچي طُوفانَ اهڙِي راهه تيزِي
ٻڌِي اڌ رات جو خُوابن جِي ٻيڙِي

جو "انڪل ڪيپٽن" يي سات توڙيو
ٽَپو ڏئِي سِيرَ ۾ ٻيڙِيءَ کي ٻوڙيو

بچي شايد وَيو هُو پاڻ هيڪل
اسان کان سمنڊ جو هو ڏُور ساحِل

امڙ کي ۾ ادَي ٭ 1 "غالب" کي ٻوڙي
لهر خُونِي وئِي مُون کي نهوڙي

لُڙهِي ويا خُوابَ سڀُ مُنهنجَي اکيُن جا
ڊهِي ويا رات آکيرا پکيُن جا

رُڳو تُون وئين بچي بابا! اڪيلو
کٽي يادُن جو اڄ کُٽ ساڻُ ميلو

اچي ڪيئن ٭2 "بوربم" لهرُن پُڇايو
اُنهن ڪان ڏُور جن پاليو نپايو

ڪٿِي سَوَ خُواب مان اُسهان تو هاٽي
سڄِيءَ دُنيا جي اک ۾ لُڙڪ آٽي

رُڳو معصُوم آ هڪڙِي گُذارش
سين جي چو نہ آهي امن خُواهش؟

اسان چو تا يلا هڪبئي کي ماريُون؟
نہ تا چو امن جا پوپٽ اُڏاريُون!

نہ تئي ڪو جنگ جو امڪان ٻيهر
ٻُڌي شلَ! ٻيو نہ ڪو "آلان" ٻِيهرَ



٭1 = آلان جو وڏو ڀاءُ "غالب"، جيڪو پڻ ساڳئي حادثي ۾ ٻُڏِي فوت ٿي ويو
٭2 = ذڪرُ ٿُرڪيءَ جو "بوربم" نالي ساحِل، جتي حادثي کان ڪُجھ ڏينهن پوءِ اُونڌو پيل معصُوم آلان جو لاش مِليو هو



**

# گُڏَي گُڏِيءَ جي شادِي

گـمـرُ كـي * 1 مِـرچـن سـان سـجـايَـئُـون
دل وارا ســـپ دوســـتَ گــهُــرايــئُــون
شَـــرنـــايُــون ۽ دُهـــلَ وجــايــئُــون
زردَيَ يـــتَ جِـــي ديــگ پَــچـايَـئُـون
گــمــر جــي اڄُ آبــادِي آهــي
گُــڏَي گُــڏِيءَ جِــي شــادِي آهــي

بابي گُذڙِي * 2 لاڙٿُون آندِي
سُونهن ۾ آهي جا هيڪاندِي
گُذڙو پَرُ، ڪشمِير مان آيو
آهه ذهانت منجهه سَوايو
گُذڙَي ٿورِي سادِي آهي
گُذَي، گُذِيءَ جِي شادِي آهي

ڪُنوار جو ڳاڙهو سُوٽ نرالو
گهوٽ جو چمڪي بُوٽ نرالو
گُذِڙيءَ رئَي تي سُونهن ـ ستارا
جڳ مڳ، روشن، جرڪي وارا
گُذڙَي پهرِي * 3”ڪادِي“ آهي
گُذَي، گُذِيءَ جِي شادِي آهي

گُذَي گذِيءَ کي ميندِي لاتي
جهومَي، هرڪو گهر جو ڀاتِي
ڊفلِي، مَٽڪو ٿالهُه وڄائَي
جنهن کي جِيئن وڻي، سو ڳائَي
هر ڪنهن کي آزادِي آهي
گُذَي، گُذِيءَ جِي شادِي آهي

چـــؤپـــاســـي چـــؤپـــول چگـــن ۾
جـــوڙي آ انـــمـــول لـــکـــن ۾
آهـــ گُـــڏو پِـــي خـــاص گـــهـــٽـــن ۾
بـــانـــکـــو آ بـــي بـــاڪ سَـــوَن ۾
گُـــڏِڙي پـــڻ شـــهـــزادِي آهـــي
گُـــڏَي، گُـــڏِيءَ جِـــي شـــادِي آهـــي



---

* 1 = اليڪٽرڪ (بجلِيءَ وارِي) ڊيڪوريشن جي، بلبن جِي جهالَرِ. جنهن سان شاديءَ ۽ ٻين خوشيءَ
جي موقعن تي گهر جي ماڙي سينگاريِي آهي. جنهن کي سنڌي گهرن ۾ عام ٻوليءَ ۾ ”مِرچ“ چئبو آهي.
* 2 = لاڙمان (سنڌ جي هيٺاهين علائقي مان، جنهن ۾ بدين ۽ ٺٽو ضلعوا اچي وڃن ٿا)
* 3 = ڪادِيءَ جو ڪپڙو جيڪو هُونءَ ته سنڌ جي مُختلف ڀاڱن ۾ ٺهي ٿو پر هالا ۾ ٺهندڙ ڪادِي مُلڪان مُلڪ مشهُور آهي



# چنڊ کي بُخار

پوڳ هن کي مُور سمجهي ڪونہ ٻار!
رات کان آ چنڊ کي تي پيو بُخار

غور سان هُس سڄ گهُورَيو ڪلهہ منجهندِ
تنهن گهڙِيءَ کان بولتِي ٿَس يارَ! بند

جسم ۾ ڏڪٽِي، اڪِيُون ڳاڙهيُون صفا
ڪالهہ کان اُلٽِي ڪئِي ٿَس ڏهَہ دفعا



لڳ ٿڙ ٿڙ ۾ گرم ٿانڊَي جيان
رنگَ مٿجن ٿا سندس سانڊَي جيان

ٿا پگهر هڪڙا لهن، پيا ٿا چڙهن
سڀ سِتارا ٿا سندس حالت ڏسن

وات مان نڪرنس ٿا پل پل ٻُخارَ
اُڀ تي يي ڏِسَ تـ ڦهليل هِن غُبارَ

اهڙِي گرهڻ ۾ بـ حالت ڪانـ ٿيَس
سڄَ جي ڪرڙِي نظرَ گهائي ڇڏِيُس

سڀ ڪتيُون، تارا، پريشانيءَ وٺلَ
چنڊ جِي تڪليف تي آهن ٻُڏلَ

ٿن ڏينهن جي بعد لهندُس هِي ٻُخار
پوءِ ٿيندو حالُ هِنَ جو سازگار

چنڊُ سُومرَ ٿائين آ آرام ۾
هيءَ خبر پهتِي آ خاص ۽ عام ۾





★★

# ڪتابن سان قُرب

ڪتاب آ علم، ڏاهپ جو خزانو
ڪتاب آهن فڪر جو ڪارخانو

ڪتابن سان وڌي سوچڻ جِي طاقتَ
ڪتابن سان ٿا چاڙهُون صداقتَ

ڪتابن ۾ هزارين حرف جاڳن
فڪر وارا نڪورا طرف جاڳن

ڪتابن سان ملي منَ کي اُجالو
کُلي زنگيل دليُن جو طاقُ، تالو



ڪتابن ۾ ڪئين هِن رازَ قابُو
سوين دؤرن سندا اندازَ قابُو

ڪتابن ۾ صداقت جا فسانا
ڪتابن ۾ ڪئين اوريَلَ زمانا

ڪتابن ساڻ ئي الهام آيو
سچو پرورَ سندو پيغام آيو

ڪتاب آهن ڪئين رازن جِي چاٻِي
ڪتابن کان متي ڏَس! ڳالهه ڪا ٻِي!؟

اکين تان ڌُنڌ کي ڌوئي صفا ڪر!
ڪتابن سان غلط فهميُون دفع ڪرَ!

ڪتابن سان مُحبّت کي وڌايئُون
پري ڏِسندڙ نظر ڏاهپَ ڳمايَئُون






★★

# روشن مُستقبل

اسان ئي سُياڻي جا پڳدارَ آهيُون
سُلڇڻا اسِين سنڌ جا ٻارَ آهيُون

اسان مُور نفرت ڪرڻ ڪون ڄاڻُئون
اسان ماڻهپي وارِي عظمت سُڃاڻُئون

اسان امُن جي ديس تي جو ڄمياسِين
سچِيءَ پيار انسانيت سان ڪنداسِين

اسان ڪي ملِي ٻاجهه جِي آهه ٻولِي
ڏني ماءُ آهي صداقت جِي لولِي

نہ ڪوئي نسُلَ، رنگ، مذهب جو جهيڙو
اسان مُور ڇاڻ ٿُون نہ ڪوئي بَکيڙو

اسان آفيت امن جا گيت ڳايئُون
زماني ۾ سڀ ۾ مُحبّت ورهايئُون

اسان علم جِي جوت جرڪِي جلائَي
ڇڏيندا سِين اُوندهہ جِهلَ جِي مِتائَي

ضرورتمندن جي بہ واهُرَ ڪنداسِين
زماني جي دل ۾ سدا ڌڙڪنداسِين

ڪنداسِين سدا سنڌ جو نانءُ اُوچو
مصيبت ۾ مُشڪل ۾ يي هانءُ اُوچو

اسين وقت ايندڙ جا مالڪ سگهارا!
اسان لاءِ کُلندا سدا سوين چارا






★★

# احمد جي اسڪوٽي

خُوب مزي جِي ۽ موچارِي
اسڪُوٽيءَ جِي سُوارِي پيارِي

چاچي جا لاهور مان آندِي
ناهه گهڙِي ڀي هاڻي واندِي

ساري گهر ۾ آءُ هَلايان
پاڻ کي اُپ ۾ جڻ مان پانيان

هڪڙو پير رکي سُوارِيءَ تي
سهٽِيءَ ٻن ڦِيٿن وارِيءَ تي

ٻيو ٿو ڏرتِيءَ تي گِسڪايان
اسڪُوٽِي ٿو ايئن هلايان

وات سان "پَان.. پَان..." آءُ ڪيان ٿو
اڳڙ، ورانڊَي منجهه ڦِران ٿو

پاڙَي ۾ پڙ ۾ چڪرَ مُنهنجا
وڏَ ۽ پِٽ کي ٽڪرَ مُنهنجا

جاتان گُذري ٿي اسڪُوٽِي
رنگَ جِي ڪارِي ۽ ٻسڪُوٽِي

واءُ اُتان گُذري ٿو چڙ ڪو
شهزادو اُڏري ٿو چڙ ڪو

پاڙي وارا سنگتي مُنهنجا
مُون سان گڏ منجهه مستِي مُنهنجا

عامر ۽ عرفان، هرِي چند
نومِي، سوڍو رام، سرِي چند

سيني کي هيءَ پيارِي آهي
سڀ جو روشنو جارِي آهي

تڪجي پيو هان هاڻي يارو!
راند جو ٿي ويو پُورو وارو

آهي ڪم اسڪُول جو ڪرڻو
علم سان آهي دامن ڀَرڻو

راند سان گڏ تعليمَ ضرُورِي
ڳالهه ٻنهي جي ڪرڻِي پُورِي

ٻيهارِي اسڪُوڙِي هاڻي
نچبو ٽپبو ورِي سُياڻي






★★

# علم عرشين پُجائي

علمَ جو چاهُہ عرشن تي پُجائي
علم انسانيت جو ڏيک وتائي

علم بيشڪ حقيت جي دَري آ
علم جو مرتبو پيغمبرِي آ

علم سان جانورُ انسان ٿي تو
علم سان سوجهرو منَ جو وڌي تو

علم اُوندهہ ۾ اُجرو نُور آهي
علم بن هر ڪوئي معذُور آهي

علم هر مردَ، عورت لئه ضرُوري
علم سان هر ڳالهه دُنيا جِي پُوري

علم تو شخصيت سُودَي سنوارَي
علم انسان جو جِيون اُجارَي

نوازَي علم ڏاهپ ـ سوجهرَي سان
وڙهي سگهجي تو هر هڪ ڏوجهرَي سان

علم ڏَي هوش، همّت، خُوب طاقتَ
علم تو ذهن کي اربي ذهانتَ

علم سان ماڻهپي جو مانُ ڇاڻَو
علم آڌار رشتن کي سُڃاڻَو

علم تو بُردبارِيءَ جو سبق ڏي
تو نوڙت، انڪسارِي بي ڏرڪ ڏَي

علم جو ونڊُ هر ڪنهن سان وِرهايئُون
علمَ جي اهميت سڀ کي ٻُڌايئُون

اگر آهيُون پڙهيلَ، ٻين کي پڙهايئُون
ڏِيئي مان ٻيو ڏيئو جرڪِي جلايئُون

علمَ جي سوجهري جا رنگ بَرسَن
سدا پيا سنڌُ تي سارنگ برسَن






**

# مُنهنجو پسنديده سَبجيڪٽ

مُنهنجو نالو ”مريَم“ آهي
مُون کي ”انگلش“ وڻندي آهي
* 1 ”ليسن“ سارا * 2 ”ٽينس“ گرامر
سيني سان آ شوق سَراسَر
مُون کي مِس آ سيکاريندِي
ڳالهائي پڙ ڏيکارِيندِي
* 3 ”پيسِوِ.. ايڪٽِو“ ۽ * 4 ”نَيرَيشن“
* 5 ”پرسِي“، * 6 ”سَمرِي“ * 7 ”پنڪچُوئَيشن“



سڀ ڪُجهہ مُون کي سِکڻو آهي
پنهنجو پاڙ بہ لِکڻو آهي
ايندو هڪڙو ڏِينهُن، جو فَر فَر
ڳالهائيندِيَس انگلش هَر هَر

مُنهنجو نالو ”عامِر“ آهي
”سائنس“ مُون کي وڻندِي آهي
جانورن، جِيتَن جُون ڳالهيُون
گاهَن ۽ ٻُوٽن جُون ڳالهِيُون
مُون ۾ دلچسپِي جاڳائِن
دنيا جا ٿيُون راز ٻُڌائن
اُپ جا ڪتيُون، چنڊ سِتارا
*8 ”شمسِي آڪهہ“ جا سّيارا
سڀ تا مُون کي موهِن ڏاڍو
مُون ۾ جاڳائن تا *9 ڪاڍو
*10 ايڊيسن، *11 البيرُونِي جيان
مان ٻيي ٿيندُس *12 مُوجد، ڏسجان!

مُنهنجو نالو آهہ ”مِناهل“
مُنهنجي آ تارِيخ سان هِيءَ دِل
جنگيُون ۽ قومُن جا قصّا
جيڪي هِن ماضيءَ جا حصّا

ڪير ڪِتي ڪهڙي سَن جائو!
ڪير آ پنهنجو ڪير پرائو
ڪير هو ظالم، ڪير هو عادل
ڪير هو قبضي گِير ۽ قاتل
حاڪم ۽ محڪوم سَندو پِي
سڀَ جو ڏي تاريخ پتو تِي
مان بہ وڏي تِي ❋13 مؤرخ ٿِيندِيَس
اُجرو سچ تاريخ کي ڏِينديَس

مُنهنجو نالو آهي "ارشد"
❋14 مئٽ وٽي تِي مُون کي بي حد
❋15 "آلجبرا" ۽ ❋16 "ٽرگناميٽرِي"
❋17 "ارٿو ميٽڪ" ۽ "جاميٽرِي"
سادِيءَ ڪٿ ۽ جوڙ ڪان ويندَي
انگن جي بِدَّ، جوڙ ڪان ويندَي
آهي حسابن سان دل مُنهنجِي
رياضِي آهي منزل مُنهنجِي
انگ وٽن تا بي حد سارا
وند ۽ ضرب ۽ ليکي وارا
آءُ بہ هڪ ڏِينهن کيپ ڪٿِيندُس
ماهِر ❋18 "رياضِي دان" مان ٿيندُس



❊ 1 = سبقَ

❊ 2 = زمانَ (ماضِي، حال ۽ مُستقبل)

❊ 3 = انگريزِي جُملن جِي بناوت جا ٻه انداز- "پيسِو" ۽ "ايڪٽِو"
Passive & Active

❊ 4 = سِڌو ۽ اڻ سِڌو ڪلام (ڊائريڪٽ ۽اِن ڊائريڪٽ نيريشن)
Direct & Indirect Narration

❊ 5 = ڪنهن به ڊگهي بيان جو حاصل مطلب يا تَتُ ڪڍڻ جو عمل - پِرسِي

❊ 6 = ڊگهي بيانَ جو ننڍو خُلاصو

❊ 7 = ڪنهن به بيان ۾ ڪاما ۽ فُل (اڌُ دم ۽ پُوري دم) اسٽاپ ڏيڻ جو عمل (پنڪچيُوئيشن)

❊ 8 = نظامِ شمسِي (سجَ ۽ اُن جي 8 گرهن جو ڪٽُنب)

❊ 9 = خُواهش، چاهُہ تمَنا، لاڙو

❊ 10 = ماضِيءَ جو عظيم امرِيڪي سائنسدان - ٿامس ايڊيسن

❊ 11 = هڪ مُسلمان سائنسدان - البيرُوني

❊ 12 = ايجاد ڪندڙ

❊ 13 = تارِيخدان، تاريخ لکندڙ

❊ 14 = رياضِي (حسابَن جو عِلم)

❊ 15 = "آلجبرا" (رياضِيءَ جي هڪ شاخ)

❊ 16 = "ٽِرگناميٽرِي" (رياضِيءَ جي هڪ شاخ)

❊ 17 = "آرٿ ميٽڪ" (رياضِيءَ جي هڪ شاخ)

❊ 18 = رياضِيءَ (حسابن جَي علم) جو ماهر






★★

# ڪُوئَي جِي عيّاشِي

ڪُوئو ڪالهه برسات ۾ ٻرَ چڏي
روانو ٿيو هيڪلو شهر ڏَي

سياري جِي بارش، هوا ٿرٿرِي
مگر هُئِي ڪُئي کي بہ مَستِي چڙهِي

ڇَتِي بس کٽِي هُو روانو ٿيو
اچانڪ هُو تازو توانو ٿيو



هلِي هوڏَ مان، نازَ نخري منجهان
لنگهيو ٿي لُڏِي عين بازار مان

گهٽي سيءَ سبان تيس پڙ زُڪام
گڏو گڏ تيس ڪنگهه ڪُڙڪو مُدام

مگر مُوڙ ۾ هو صفا بَي ڊِپو
نه ڳڻتي، نه اُلڪو نه ئي فڪر ڪو

مليَس وات تي پيا به ڪُوئا ته جام
مگر لئي منجهان ڪونه ڪيئين ٿي سلام

سندس ان تڪبُّر جو هڪڙو سبب
اُهو خاص هو ڏينهن آچر عجب

اُهو خاص آچر هُيو سالَ جو
ٻِلين جي هُيو ڏينهن هڙتالَ جو

ٻلِيُون پنهنجي شرطن مڃائڻ ڪري
هُيون احتجاجاً ڪو هڙتالَ تي

تڏهن جان جو خوف لاهي صفا
ڪُوئَي پئي ڪيا گشت ايئن شهر جا



گهُمِي عيش سان شامِ واپس ٿيو
لڳو پاڻ کي يي صفا هلڪڙو

زماني کان پو بي ڏَپو ٿِي گُهميو
تڏهن هُو خُوشِيءَ ۾ به ماپيو نه ٿيو

نه هَس ياد سرِدي، نه پنهنجو زُڪام
ڪري سير سؤلو شهر جو تمام

اِڇي ٻرَ ۾ واپس ٿيو شام جو
ٿيُس وقت ويجهو جو آرام جو

سُتو اهڙَي آرام سان مُحترم
سيئي سُور جيون جا ٿِي ويس ختم

سڄِي رات بارش به هلندِي رهي
مگر عيش جِي ننڊ گُوئي ڪئِي






★★

## چڙيا گهرَ جو سيرُ

چــڙيــا گــهــرَ جــو ســيــرُ ڪــيــو ڪــلــهــ
چـــڙيــــا گـــهــــرَ جـــو ســــيـــرُ..

شِــيــنــهــن، بــبــر ۽ چِــيــتــو چِــيــهــو
بُــلــبُــل، ڪــوئــل، مــورُ پــپِــيــهــو
هــرڻِــي، ڦــاڙهــو ڳــوهــ ۽ ســانــڊو
هــر ڪــنــهــن جــو آ ڏارَ مُــهــانــڊو
ڏارَ اڪــيُــون ۽ ڀــيــرُ...
ڪيو ڪلهه چڙيا گهرَ جو سيرُ...

گينڍَي جو هو پيرو خالِي
بَنمانس جِي چالِ مَوالِي
لُڏڙَي جِي آ چمڙِي آلِي
نَور ۾ نانگ جِي ويڙهه نرالِي
جن جو ازلِي وَيرُ...
ڪيوڪلهه چڙيا گهرَ جو سيرُ...

خچرُ، ڪوتي جو آ سالَو
باندُر گوريلا مَتوالو
اُٺ پڪيءَ جِي ڊيگهه ڳِچيءَ جِي
هوريان هوريان چال ڪُمِيءَ جي
سُست ڪڇَي جا پيرُ...
ڪيوڪلهه چڙيا گهرَ جو سيرُ...

مور ڪان ڪيڏو نانگُ ڊِڄي ٿو
ڏسندي ڪوهين ڏُور ڀڄي ٿو
ڪُوئو آ خوراڪَ ٻِلِيءَ جِي
مڇِي خُود خوراڪَ مڇِيءَ جِي
آهه نه ڪنهن جو ڪيرُ...
ڪيوڪلهه چڙيا گهرَ جو سيرُ...

ٿُـــنـــهـــنـــجـــا ســـوَ جـــنـــســـارَ ڏسُـــون تـــا
قِـــســـمـــيـــن قِـــســـمـــيـــن رنـــگ پَسُـــون تـــا
حـــيـــرت مـــان حـــيـــران ٿـــيُـــون تـــا
تـــوڪـــان بـــس الله! گـــهـــرُون تـــا
ســـاري جـــڳ جـــو خـــيـــرُ...
ڪيوڪلهہ چڙيا گهرَ جو سيرُ...







**

# ويهَڪڙو*

هِي آ مُنهنجو ويهڪڙو
ويهاريو جنهن مون تڪڙو

مُنهنجي پهرين ڪرسيءَ هي
جنهن تي پهرِين ٽيڪ رکِي

ليٽڻ ڪان پو ويهڻ — ڏَسُ
هوش سنڀالڻ وارو گسُ

مُون ڪي آهي اڻ ڏَسيو
ويٺَي سارو گهرُ پَسيو

ٺڪر جي هيءَ ويهڻ ـــ جاءِ
امڙ ڪي منهنجي دلجاءِ

ويهاري سڀ ڪم ڪري
رنڍڻي ڏي پڻ ڏيان ڏري

مون ڪي پيارو آهي هِي
ٽيڪ، سهارو آهي هِي

وَيهڻ جيئن سڪي وتندس
۽ پوء پاڻ بِيهي سگهندُس

پوءِ مان ٽڪڙو پنڌُ ڪندُس
گُهمندس، گهَتندُس ۽ ڊُڪندس

آهي جِيون حرڪت يار!
ويهڻ جِي هت ڪانهي ڪار



---

*چاچا ڊاڪٽر خلِيل الله شيخ جي پوٽن رفيع الله ۽ رفعت الله جي ويهڪڙي کي ڏسِي، مُتاثر ٿي، لکيل




★★

# عيني، سونُوءِ زينِي

عينِي مُنهنجو نالو آهي
مُنهنجي ڪنَ ۾ والو آهي

والا آهن بابا آندا
مُون کي وڻندا هِن هيڪاندا

سونُو مُنهنجو ڀاءُ آ پيارو
سيني ٻارن ۾ موچارو

ٿورو مُوڙِي، ٿورو ڪلٽو
ٿورو خوش، ٿورو رُسٽو



مُون کان هڪڙو سالُ ننڍو آ
ڏاهپ ۾ پر خُوب وڏو آ

ڏاڏيءَ جو هُو پيارو آهي
سڀ جي اک جو تارو آهي

هِن سان مِلجو هيءَ آ زينِي
سياڻِي هيءَ "سِسٽر آف عينِي"

ٽافين جي شوقين اصُل کان
کينديُون آڻي ماما گُل کان

مانِي گهٽ گهٽ ٿِي هيءَ کائي
ٽافين ٿي بس مارو آهي

ننڍڙِي نازن نخرن وارِي
بابا کي آ سڀ کان پيارِي

بابا کي پلُ ڏُور نه سهندِي
هردم هرپل پڻ ساڻ آ رهندِي

ساري گهر جا ٻاتِي ٻانئن
چاهه منجهان ٿا سڀ فرمائن

زيني سڀ جي راڻِي آهي
شهزادِي هيءَ سياڻي آهي

جيئن مُنهنجا سونُو زينِي
آهي دُعاگو هر پَل عينِي

جيئنِ سڀ جا پائُرَ پينر
شال وسي هر آکهه، هر گهَر






**

# مِٺائِي نگر

سچو ڏيهه جي چاڪليٽِي هُجي
جليبيُن جِي پُورِي ڪميٽِي هُجي

وڻن تي ڦُٽَن ٽافيون ڦلَ جيان
دريائن ۾ جُوسز هُجن جلَ جيان

هُجن باغ ۾ پڻ مَلائِيءَ جا گُلَ
وليُن ۾ هُجن ڪندُ ڀُڳڙا، نَقُلَ

ڪِرَي اُپ مان روز آئس ڪرِيم
هُجان مان "برائُونِين" جي وچ ۾ مُقِيم



هَــوائــن ســان اُذِري اچــن لالِــي پــاپ
هُـجـن مُـفـت جـا هـر شـهـر ۾ ڪـي شـاپ

مِـلـن مُـفـت ۾ شَـلَ! مـنـائِـيءَ جـا مـڙَ
هُـجـن بـي تـحـاشـ هِـي مـاڪـيُـون مـڪـڙَ

ڏَئَــي روز ٽِـيـچـر اسـان کـي سَـيُـون
مِـلَـن روز ”ڊونـٽ“ ۽ ”بَـرفـيُـون“ پَـيُـون

نـظـر جـنـهـن طـرف ٽـئـي، مـنـائِـي هُـجـي
مـنـائِـي ـ نـگـر ڏيـهُ جـائِـي هُـجـي





★★★

# نظر آڪاش ڪان اڳتي

بظاهر مان ننڍڙو ٻالڪُ...
ننڍو معصُوم هان بي شڪ...
مگر مُنهنجي ارادن جِي...
نظر آڪاش ڪان اڳتي...
ڪَٽن ڪيلاشَ ڪان اڳتَي...



انوکو عزم نيٽن ۾
پَلِي اڄُ پنهنجي سَيٽن ۾...
چڙهِي سڀُ علم جا ڏاڪا...
جڏهن پَرَ پنهنجا کولَي پو
اُتم پرواز ساهيان مان....
نئين تاريخ ٺاهيان مان..

جڏهن هن ديس تي ڏاهپ ـ ڏُکر
پنهنجا قدم کوڙي..
تہ اُن جا پيرَ ڊاهيان مان..
ٻڏايان کيس، چاهيان مان...
نہ مُنهنجي عزم جو ڪاٿو
نہ مُنهنجي هوشَ همتَ جو..
نہ مُنهنجي اجتماعي. انتهائِي، جوش طاقت جو...
پلي ٻالڪ ننڍو اڄ جو
مگر هن وَلوَلي جِي آ...
نظر ڏس! آسمانن ۾...
زمانن ۾ جهانن ۾...

اکين ۾ عِلم جا ڏيئا جلائي روشني وِرڇيان
پرَي آ زندگي جِن کان، اُنهن ۾ زندگي وِرڇيان..
ٻڻِي هِيڻن جو هڏڏوڪِي، سڀن ۾ مان خوشِي ورڇيان...

نڳيءَ جا ٿاهَہ ڏاهيان مان...
دلين جاٽڪَ لاهيان مان...
يلي ننڍڙو وجُود آهي، مگر
مُنهنجي نگاهن جِي اُچل آ اُپَ اُوچَي ۾..
مان هِنَ بي حِس زماني جو.
طِريقو طورُ بدلينڌُس...
مان پُورو دؤر بدلينڌُس





★★★

# عالمي گرميءَ ۾ واڌ

## (Global Warming)

روز موسم مَٽي مزاج پيئي
مُور بدلي سڄو سماج پيئي

موسمي ڏس! اثر زماني تي
ساهوارا سيئي نشاني تي

سال در سال ٿِي وڌي گرمي
موسمن جي وڃي پئي نرمي



ڪي ورهه ٻوڙ تارَ جي مُشڪل
۽ ڪڏهن تئي ڏُڪارَ جي مُشڪل

ڪجهه ورهه ٿو الاهِي آب اچي
ڪجهه ورهه خُشڪ ٿو عذاب اچي

سال ڪي خُوب مِينهُن ٿو برسَي
۽ ڪڏهن پَٽُ آب لئه ترسي

هيءَ ماحولَ جي خرابِي آ
تنهن ڪري روز رُت عذابِي آ

هيءَ سڄي موسمي آ سرگرمِي
جنهن ڪري روز ٿِي وڌي گرمِي

ڪوئلو تيل، گئس ساڙيُون ٿا
پنهنجي ماحولَ کي بگاڙيُون ٿا

پاڻ وڻَ ٻي نه ٿا صفا پوکيُون
ڏوهه ٻئي ڪنهن کي چو پيلا ڪو ڏيُون؟

پنهنجي ماحول کي ڪري گدلو
پاڻ ڪنهن کان پيا وٺُون بَدلو!؟

پنهنجو گهر آ زمين ـ جاڻُون جي
پنهنجي ڪردار کي سُجاڻُون جَي

جيترو تي سگهي تہ وڻَ پوکيُون
گهر بچائڻ سندا ※ 1 پَهڻَ پوکيُون

جيئن ڌرتِي بچي پوي پنهنجِي
※ 2 پِرتوِي سُونهن تي پوي پنهنجِي

پنهنجي ايندڙ نسل کي ڏيُون سوِئي
پنهنجِي ڌرتِيءَ جو مُنهن صفا ڌوِئي

سبز پوشاڪ کيس پارايئُون
پنهنجو گهر، هيءَ زمين مهڪايئُون

شل سلامت هُجي امڙ ڌرتِي
صاف آب و هوا سان گڏ سرتِي



---

※ 1 پَهہُ پچائڻ. ارادو ڪرڻ. قصد ڪرڻ. صلاح ڪرڻ
※ 2 ڌرتِي، زمينَ



★★

# روز سوچيان...

روز مـان سـوچـيـان تـي ويـهـي شـام جـو
وقـت كـهـڙو سـمـنـڊَ جـي آرامَ جـو؟

چـو نـه تـو هِـي سڄُ مـوكـل تـي وجـي؟
پـنـهـنـجـي عـادت چـونـهـتـو آخـر ٻَـڄَـي؟

لـوڊشـيـڊنـگ چـنـڊ جِـي چـو ٿـئـي نـه ٿِـي؟
چـو هِـي چـانـڊوكـي يـلا گـهـٽـجَـي نـه ٿـي؟

سڄُ كـاٽـي تـو سُـمـهِـي پـئـي رات جـو؟
كـيـئـن پـكـي جـاڳـن ٿـا سـپ پـريـات جـو؟

ڇو ڪُڪڙ ٿو ٻانگ ڏئي آڌِيءَ اُٿي؟
ڪيئن ڪُتو جاڳي ٿو ڌارين کي ڏسِي؟

پاڻ ۾ ھِي ڇونہ تارا وِڙھن؟
ڇونہ ٿا ھِي ٽِمڪندي آخر ٿَڪن؟

ڪِيرَ جو ڇو مِينھُن برسي ڪونہ ٿو؟
ڇو سَدا سيارو ھِي ٽَرسي ڪونہ ٿو!

ڇونہ ٿو نلڪي منجھان شربت اچي؟
اُس ٿي ياڃِي نہ ٿي ڇا لئہ پَڇي!

سمنڊ ۾ سڄُ ڪيئن ٻُڏي آرامَ سان
ڀولڙو وڻ تي لُڏَي ٿو لامَ سان

ڇونہ ٿِي ڪِرڙي ڪِرَي ديوار تان؟
۽ ڪِول ٽِرڪي نہ ٿِي ڇو تارَ تان؟

سُوال مان اھڙا ڀلا ڪنھن کان ڳَيان!؟
دل ئي دل ۾ مان تہ بَس حيران ھان







**

# مِڪي مائُوس اِن لاڙڪاڻو

سـڄـي ٭ 1 ”ڊِزنـيءَ“ جـي آخـر خـاڪ ڇـاڻَـي
٭ 2 ”مِــڪِـي مــائُــوس“ پــهــتــو لاڙڪــاڻَـي

”مـڪِيءَ“ سان گڏ هُئي جوڙُهنس ٭ 3 ”مني“ يي
ڏتـو حـيـرت مـان هـرڪـنـهـن کـي ٻـنـهِـي يـي

لَـتـا جـيـئـن ڪـوچ مـان ٭ 4 ”اِســتــان“ تـي هُـو
چـڙهـيـا مـاڻـهُـن جـي تـيـئـن ئـي ڏيـان تـي هُـو

مِــڙِي ويــو مــيــڙُ ڏســنــدَي ئــي ”مِــڪِــيءَ“ ڪــي
هنئي ڪِڪ ڪِن ٿـ پنهنـجِي ٭5 ”چنگ چيءَ“ ڪي

ڪــيــئُــون آفــر: ”ڪــيــو مُــون ســان سُــواري“
نــہ ٿــيــنــدي ڪــيــن ڪــائِــي مُــور خــوارِي..

٭6 ڪــلــيــنــرَ، ڊرائــيــورَ بــس جــا مُــســافِــرَ
اچــي، ٿــي ويــا ڪــٺــا، ٭7 چِــتــجــن ڪــٽــي ٽِــرَ

چــڙهِــي چــنــگــچــيءَ تــي آخــر ٿــيــا روانــا
”مِــڪــي“ ســان گــڏ ”مــنِــي“ ٻُــڌنــدي دوگــانــا

گهُميا هُو ٭8 ”چانڊڪا ڪاليج“، ٭9 ”سُڪَ پُل“
گِــهــٽــيــون، رَســتــا، مُــحَــلا، مــاڳ پــڙ ڪُــل

لــنــگــهِــي ٭10 ”لاهــوريُــن“ مــان شــام ڏارَي
پُگــا ٻــئــي ٭11 ”رائــيــس ڪــيــنــالَــيــن“ ڪــنــارَي

ڪَــيــئُــون ٭12 ”ســانــگــيءَ“ جــي چــوڪِــي چــانــهہ آرڊر
اُهــا پِــي، پــو گــهُــمــيــا ٻــئــي ٭13 ”روڊ بــنــدر“

وڃِــي پــو روڊ ســؤلــو ٭14 ”بــاقــراڻِــي“
٭15 ”آتــا“ جَــي ”ٿُــرڪ“ تــاور شــامَ تــاڻِــي

اچي ❊16 "گھنٽيءَ جي ڦاٽڪ" کان لنگھِي ويا
❊17 "سِول". ❊18 "وِي آءِ پِيءَ" جي اوٽ ڏئِي ويا

❊19 "تجرَ جو باغ" ۽ ❊20 "سُوئيڪارنو" پڻ
۽ گُلشن ❊21 "گيان" هي ❊22 اسپارڪو" پڻ

گھُميا "ريشم ڳلِي". ❊23 "بازار شاهِي"
تيا پوء ❊24 "بينڪ اسڪُوائر" جا راهِيُ

❊25 "دڙي پاڙو" ۽ ❊26 "ڪرمان باغ". ❊27 "رائل"
❊28 "قلُوپطره". هِي ❊29 "جيلَس". ❊30 "رودُ جاڙَل"

هي ❊ 31 "ڪينيڊِي". ❊32 "بهارَي شاهُ" پَرتَئون
اچي پوء ❊ 33 "گهاڙ واهِي" راهه ورتئُون

هُو ❊34 "استيشن" گھُمي بيحد ٿَڪا جيئن
❊ 35 "کهاوڙ" جِي اِچي هوٽل پُڳا تيئن

جتي کاڌو اُنهن ❊ 36 "آني جو قِيمو"
وجهي تنهن ۾ مصالحن ساڻ لِيمو

هتي پڻ ميڙ ماڻهُن جو مَچي ويو
ڪَڍائڻ سيلفيُون هرڪو اَچي ويو

چڏي سڀ ٭ 37 "مانڊٽيُون"، هوٽل ٻہ پهتا
سَچا، سياڻا، پڙهيل، پاڳلَ ٻہ پهتا

ڪيائون تي "مِڪِيءَ" سان سيلفيُون تِن
وتا آٽوگرافِي نوٽ ڀي ڪِن

سَين سان مُرڪندي ملندا رهيا ٻئي
خوشيءَ ۾ هيج مان کِلندا رهيا ٻئي

هي "ڊزنِيءَ" جا مُسافرَ لاڙڪاڻي
ٽِڪِي اڄ رات پوءِ ويندا سُياڻي

٭ 38 گُهميئُون، جو هَو وتن ڀرپُور ناٽو
وٺيو بي حد ٻنهي کي لاڙڪاڻو



---

پيارا ٻارؤ!
اچو تہ هن نظم ۾ شامل ڪُجھ نَون لفظن جي معنيٰ ۽ ڪن جِي سمجهاڻي سمجهُون، تہ جيئن نظم ۾ ٻُڌايل هر ڳالھ سيني کي سمجھ ۾ اچي.

٭ 1 = ڊزني لينڊ، آمريڪي رياست ڪيليفورنيا ۾ قائم اُها ڪارٽُون نگرِي ۽ ٿِيم پارڪ آهي، جنهن ۾ دُنيا جا مشهُور ترين ڪارٽُون ڪردار سنوان سڌا عوام آڏو پنهنجي فن جو مُظاهرو ڪن ٿا (مُختلف اداڪار سندس شبيھ جا پوش پائي فن جو مُظاهرو ڪن ٿا). هيءَ ڪارٽُون فلم نگرِي، "والٽ ڊزنيءَ" (1901ع - 1966ع) نالي ڪارٽُونن جي خالق، اداڪار ۽ صداڪار قائم ڪئي، جيڪو مشهُور ڪارٽُون ڪردار "مڪِي مائُوس" جوبہ خالق هو ۽

پنهنجي جيئري هُجڻ تائين مِڪيءَ جي فلمُن ۾ سندس ئي آواز فلمائجندو رهيو.

※2 = دُنيا جو مشهُور ڪارٽُون ڪردار. "مڪِي مائُوس" (جيڪو هڪ ڪُوئي جو ڪردار آهي)

※3 = "مِڪِي مائُوس" جِي زال جو ڪردار "مِنِي مائُوس"

※4 = "بس اِستاپ" (بسُن جي بِيهڻ واريءَ جاءِ کي اُتر سنڌ ۾ عام ماڻهُو بگاڙيل لفظ طور "اِستان" چوندا آهن.)

※5 = ڇهن ماڻهن کي ڍوئيندڙ (ڪٽندڙ) چين جو ٺهيل آٽو رڪشا. جنهن کي "چنگ چِي" چون ٿا

※6 = گاڏيُن جي صفائِي ڪندڙ ماڻهُو

※7 = سنڌِيءَ جو مشهُور پهاڪو: "تِرَ ڇڻن جِي جاءِ ناهي" (اهو تڏهن استعمال ڪبو آهي، جڏهن ماڻهُن جِي تمام گهڻِي رَش هُجي ۽ پير رکڻ جي بہ جاءِ نہ هُجي)

※8 = چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج (جيڪو هاڻي ميڊيڪل يُونيورسٽي بڻجي چُڪو آهي)

※9 = بنا پاڻيءَ وارِي اُها پُل، جيڪا اسٽيڊيم پرسان گُذري ٿي، جنهن جي مٿان ريل گُذرندِي آهي

※10 = لاهورِي مُحلو

※11 = رائِيس ڪئنال، جيڪو سکَر بئراج (لائِڊ بيراج) مان سنڌُوءَ جي ساڄي پاسي، اُتر سنڌ جي سارين جي پيداوار وارن ضلعن کي سيراب ڪرڻ لاءِ نڪري ٿو ۽ لاڙڪاڻي شهر جي بلڪُل وچ مان گُذري ٿو

※12 = رائِيس ڪئنال ڪناري قائم "سانگِي هوٽل"، جنهن جي ذائقي دار چانهہ سڄي لاڙڪاڻي ۾ مشهُور آهي

※13 = "ڪمال اتا تُرڪ ٽاور"، جيڪو شهِيد ذوالفقار علي ڀُٽَي صاحب، تُرڪيءَ جي باني "مُصطفيٰ ڪمال اتاتُرڪ" (1881ع - 1938ع) کي خراج پيش ڪرڻ لاءِ، سندس ياد ۾ تعمِير ڪرايو.

※14 = بندر روڊ

※15 = باقرانِي روڊ (باقراڻي نالي ڳوٺ ويندڙ روڊ. اِهو ئي روڊ اڳتي "مُهين جي دڙي" تائين وڃي ٿو)

※16 = گهنٽِي ڦاٽڪ

※17 = سِول اسپتال

※18 = وِي آءِ پِي روڊ. جيڪو ڪنهن دؤر ۾ لاڙڪاڻي جو بهترين روڊ سمجهيو ويندو هو

❊19 = "تجر باغ" (جنهن جو گُذريل ڪئين سالن کان نالو مٽائي، "جناح باغ" رکيو ويو آهي)
❊20 = "سُوڪارنو ميموريل" (جيڪو شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي، انڊونيشيا جي پهرين صدر"سُوڪارنو" (1901ع-1970ع) جي نسبت سان تعمير ڪرايو هو جيڪو ڀُٽي صاحب جي گهرَ "المُرتضيٰ" جي سامهُون واري چوڪ تي تعمِير ٿيل آهي)
❊21 = "گِيان باغ" (جنهن جو نالو مٽائي گُذريل ڪئين سالن کان، "ذوالفقار باغ" رکيو ويو آهي)
❊22 = لِينار ڪينسر اسپتال
❊23 = شاهِي بازار
❊24 = اُهو چوڪ جتي ڪيترين ئي بئنڪُن جُون زونل شاخُون موجُود آهن. هن چوڪ کي "بينڪ اُسڪوائر" چئجي ٿو
❊25 = دڙي مُحلّو
❊26 = ڪرمان باغ پاڙو
❊27 = رائل روڊ، جنهن تي ڪنهن دور ۾ "رائل سنيما" قائم هُئي، جنهن کي هاڻي ڊاهي، "رائل شاپنگ سينٽر" ۽ "رائل هوٽل" ناهيا ويا آهن
❊28 = قلُوپطره سنيما
❊29 = جيلس بازار
❊30 = جاڙل شاهہ روڊ (جنهن تي "جاڙل شاهہ" نالي بُزرگ جي مزار واقع آهي)
❊31 = ڪينيڊي مارڪيٽ
❊32 = ڪلهوڙن جي جرنيل "شاهہ بهاري" جو مقبرو جنهن جي باري ۾ مشهُور آهي تہ هُن جيترِيُون جنگيُون وڙهيُون، سڀ کٽيُون. هي مقبرو لاڙڪاڻي ۾ گهاڙ واهہ پرسان واقع آهي، جنهن تي تازو اشتياق انصاريءَ جي نگرانيءَ ۾ "اِي ايف ٽِيءَ" پاران مرمتِي ڪم ٿيو آهي.
❊33 = گهاڙواهہ
❊34 = لاڙڪاڻو ريلوي اسٽيشن
❊35 = اسٽيشن روڊ تي، ريلوي اسٽيشن ۽ ٽيڪسِي اسٽينڊ جي سامهُون واقع "کُهاوڙ هوٽل"، جتي هر وقت گراهڪن جِي رش رهي ٿِي
❊36 = "آني جو قيمو" (انڊو قِيمو) "کُهاوڙ جِي هوٽل" جي مشهُور ۽ لذِيذ ڊِش آهي
❊37 = پان جُون ڪئبنُون
❊38 = سنڌِيءَ جِي مشهُور چوڻِي "هُجئي ناڻو تہ گهُم لاڙڪاڻو"




★★

# ڊِينگو ڊيرِي

کـنـهِـي پـئـي کُـڙکـيـتَـي کـالهـ کـيـاڙِي
پـئِـي کـلـنـدَي کِـرِي چـاهـي جِـي چـاڙِي

مـچـرَ جـو مَـکِ سـان مگُـٽـو مُـبـارڪ!
کُـراڙِيءَ کِـئِـل تـوپـيـو کُـنـوار جـو نـکُ

وجـي تـو سِـجُّ مـوکـلَ تـي مـهـيـنـو
ٽـرِي ويـنـدو صـفـا ڏرتِـيءَ جـو سِـيـنـو

ٻـلَـيءَ جـو شـوق مـان شـهـپـرَ چـنـڊايـا
پـتـنـگـي پـيـارَ مـان سـپ پـرَ پـٿـايـا



ڪبُوترَ ڪانگَ ڪي ڪئِي ڪِتڪتائِي
ڪُميءَ، سيهڙ ڪي سُهڻِي ٽلَ ٻُڏائِي

ڳَرايو سيرُ هرٽيءَ، ڪينگرُوءَ ڪي
ٻُڏايا ٻولَ ڪويَل پئي مِٺُوءَ ڪي

ڳَري ٽِي مَينهِن ورزش روزُ هاٿِي
شرُوع ڪئِي ڊائيٽنگ هاٿيءَ نماٽِي

ڪلهاڳُون زيبرا آهي زُڪاميلُ
ٽڏهن نظَري پيو بيحد اُجهاٽيلُ

سچو ڊِينگو لڳو پيو آهي ڊيرِي
ينواٽِي آ، مَٽي ۾ آهي ڦيرِي






★★

# نوبيتا ۽ دوريمان

اچو! سڀ محنتي سنگتي پچاريئُون
سچي محنت جي سُهڻي ڳالهہ ساريئُون

سيئي ڄاڻن ٿا ٭1 "نوبيتا" جو قصّو
نہ جنهن جو محنتن ۾ آهہ حصّو

نهايت سُست "نو بِيتا" آ ڪاهِل
سدائين ڪم ڪرڻ کان آهہ غافل

نہ آ محنت سندو امڪان اُن کي
ڪيو آ سُست ٭2 "دورِيمانَ" اُن کي



آ ”ٻوريمانَ“ اُن جو قُرَت ٭ 3 ”گيجٽ“
بگاڙِي جنهن آ نوبِيتا جِي ٭4 ”هيبٽ“

نه محنت مُور ”نوبِيتا“ ڪري ٿو
سمُورو وقت بس ليٽيو رهي ٿو

چوي ٿو ڪم ٿئي جادُوءَ سان سڀ ڪو
وڃي ٿِي پاڻ هُو چاهَي جڏهن جو

ڪري هرڪمَ ٿو ”ٻوريمان“ هُن جو
اَٿس ڏاڍو مٿس احسانَ اُنَ جو

مگر ٻارؤ! اسان جيُن زندگين ۾
سمُورِين ڪامِيابِين ۽ خُوشِين ۾

اسان جَي ڪم اچي ٿِي صرف محنتَ
نہ جنهن کان تيز آهي ڪائِي طاقت

اسان جي گهر ۾ يا اسڪُول ۾ ڪو
نہ ”گيجٽ“ آهہ ”ٻوريمانَ“ جهڙو

اسان جا جو ڪري ڪم ڪارَ سارا
هُجي ها جي، هُجن ها سُستَ سارا




انهيءَ جي لاءِ، سمجهو ڳالهه سولي
نه محنت کان سوا ٻي آهه ٻولي

اچو سڀ واعدو واريون ته ڪوئي
نه ٿيندو سست "نوبيتا" سندو ئي

سيئي دل سان سچي محنت ڪنداسين
سدا حاصل اُتم عظمت ڪنداسين

اچو سڀ دل مان "نوبيتا" اُتاريئون
سچا ڪردار محنت جا پچاريئون



---

※ 1 = مشهُور ڪارٽُون ڪردار، جيڪو انتهائي سُست آهي
※ 2 = "نوبيتا" جو اُهو اوزار، جيڪو ڪهاڻيءَ مُوجب، سندس حُڪم تي سندس
سڀ ٽيڙ، نه ٽيڙ جهڙا ڪم ڪندو آهي
※ 3 = اوزار، روبوٽ نُما خُودڪار مشين، جيڪا هدايتُن تحت هر هڪ ڪري
※ 4 = عادت




★★★

# لائبريرِي

ڪُتب خانو علم جو آ خزانو
فڪر ۽ سوچ جو آ ڪارخانو

ڪُتب خانو ڪتابن جو قبيلو
تدبّر، علم، ڏاهپ جو وسِيلو

ڪُتب خانو ذهن جِي روشنائِي
اندرَ جو نُور، دل جِي ويڪرائِي

ڪُتب خانو صدين جي محنتُن جو
علمبرادر علمي عظمتُن جو

ڪُتب خانو آ پورهيو عالمَن جو
مُفڪر، شاعرن، دانشورَن جو

ڪُتب خانو صديُن جو آهہ ساڪِي
ڪٿي تاريخ وهُہ، ڪاٿي آ ماڪِي

ڪُتب خانو زمانن جي گواهِي
هُجي تعمير يا قومي تباهِي

ڪُتب خانو لنگهِي جيڪو اچي ٿو
پرَي سو جهولَ ڏاهپ جا ويجي ٿو

ڪُتب خاني اچڻ جِي هيرَ وجهجي
درِيءَ تاريخ جيءَ مان پار ڏسجي

ڪتابن ساڻ سنگت اچ! وڌايئُون
وَهيو چاچا زماني ۾ پِرايئُون





# خلابازِيءَ جو خُواب

مان ننڍڙو ٻارڙو آهيان
اکين جو تارڙو آهيان

وڏو ٿيو ڀَل اڃا ناهيان
مگر مان مُنتظر آهيان

تہ مان ڪيسِين ٿِيندس
جڏهن خاشو پڙهِي وِيندُس



الاهي مان پڙهڻ کان پو
خلابازيءَ جي رستي جو

مُسافر مُستقل ٿيندُس
صلاحيّت سچِي نِيندُس

خلا جي کارَ ۾ لُڏندي
رُڳو راڪيٽ ۾ اُڏندي

وٹي ڏاڍِي خلابازِي
رُڳِي راڪيٽ اندازِي

جڏهن مان ٻِي وڏو ٿِيندُس
ته پو مِرّيخ تي ويندُس

وڃي مان پَهچندُس تنهن تي
چهل قدمي ڪندُس جنهن تي

مان جهنڊو سنڌ جو اُن تي
وڃي هڻندُس سِڌو اُن تي

اُتي جِيون تلاشيندُس
تجربا پڻ تراشِيندُس



ڪڏِي فوٽُو اُتان وارا
سچا، ششدر ڪندڙ سارا

پو استيشن خلائيءَ مان
۽ سائنسي يلائيءَ مان

اُماٽيندُس مان ڌرتيءَ تي
مان پنهنجيءَ سنڌ سرتِيءَ تي

خلا سان دُوبدُو ٿِيندُس
يقناً سُرخُو ٿِيندُس

اجا ڪي بيا بہ سيّارا
جتي آ زندگي پيارا

مان محنت ساڻ ڳولِيندُس
ڪئين مان رازَ ڪوليندُس

ڪندا سي فخر مُون تي پو
يلا ناڪام رهندس چوا!؟

لَڳَن مُنهنجي اورچائي
۽ محنت ساڻ سچائِي

پُڇائيندي ته ماڳن تي
نون ڪن آسمانن تي

نه ٿڪبو هي سفر مُنهنجو
آ محنتَ همسفر مُنهنجو





★★

# ساره جِي گهوڙِي

مُنهنجو نالو "ساره" پيارِي
خُوب وٽي ٿِي گهوڙِيءَ سُوارِي

گهوڙِي مامِيءَ آندِي سُهڻِي
سادِي، ڪلڻِي ۽ منَ — مُهڻِي

"عالي" نالو آهي جنهنَ جو
سُونهن حوالو آهي تَنهن جو

آهه ننڍِي مُون وانگُر عالِي
بالڪ هُوءَ معصُوم آ حالِي

ريشم جهڙا وار اٿس ڏس!
لوڏ سپين ڪان ڏار اٿس، ڏِس!

ناسِي چمڙِي آهي جنهن جِي
سولي سُوارِي آهي ٿنهن جِي

سُوارِي ٿي مُون کي ڏياراءَ ي
باغ سڄي جو سير ڪرائي

شام جو چُپ چُپ داڻو کائي
گوڙ نه هرگز مُور مَچائي

گاهه، چٽا کائي ٿي "عالِي"
پيٽ رهي چو هُن جو خالِي

مُنهنجي هٿ سان کائيندي آ
مُون کي ڏاڍو پائيندي آ

ڪنهن سان هرگز ڪان وڙهي ٿي
مُور نه پارن ساڻ چِڙي ٿي



گھر ۾ سيني کي آ پيارِي
ٻار سيئي گَن هن جي سُوارِي

”عاليءَ“ سان آ رُوح هِتِيڪو
ڪونہ ڪٻي ڪوئي رانديڪو

جانورن سان پيار ڪيئُون سي
شفقت جو اظهار ڪيئُون سي

”عالِي“ جهڙِي گهر جِي ياتِي
سان هُجي شل! هيءَ حياتِي









# ڦُوڪڻَي وارو

ڊُڪِــــي پُــــڄــجـــو اِچـــي ٻـــارو!
اچـــــي ويـــــو ڦُـــوڪــــڻـــــي وارو..

هِـــي يـــالُـــوءَ جِـــي شـــڪـــل وارا
مـــچِـــيءَ جـــيـــان هُـــوبـــهُـــو پـــيـــارا
”مـــڪِـــي مـــائُـــوسَ“ جِـــي صُـــورت
سَـــهَـــي جِـــي هُـــوبـــهُـــو مُـــورتَ
هي جـڳ مـڳ جـوت جـرڪـي ٿـِي،
هـــي روشـــن چـــنـــڊ ۽ تـــارو..

اڇي ويو ڦوڪٽي وارو...
غُبارو هِي ڪُتي جهڙو
هرڻ، ڦاڙهَي، ٻِلَي جهڙو
هي گهوڙو هي خچر ونجو
هِي چيلِي هِي ٻَڪر ونجو...
نہ جنهن ڪي پالجي گهرَ ۾،
نہ جنهن ڪي چارجي چارو
اڇي ويو ڦوڪٽي وارو...

وڏو جو نوٽ هِي ڏيندو
وڏو تنهن ڦُوڪٽو ملندو
ننڍو جيڪو سِڪو ڏيندو
اُنهي ڪي اوترو ملندو
ڇگو چوڪو ملي اُن کي،
ڏئي جو مالُ موچارو
اڇي ويو ڦوڪٽي وارو...

ڪٽي ڏوڪڙ اڇو جلدِي
وَڏو جلدِي.. وَتو جلدِي..
پُنو جي وقت هيڪر پو
وڃڻ وارو هليو ويندو
ورِي ايندو تڏهن پاڙَي،
جڏهن وَرندو ورِي وارو

اچـــي ويــو ڦُــوڪــڙــي وارو..

هَـــوا تـــي پــــمـــپَ ســـان يــــرجـــي

پـــــرَيشـــــر ڏيــــان ســـــان ڏرجـــــي

مـــتَّـــي ڏسُ! ڪـــي اُڏامـــــن تـــــا

سُـــــســــن تـــا ڪـــي اُجـــهـــامَـــن تـــا

مـــتـــان پـــو ٻـــارا! پَـــڇـــتـــايـــو

اتـــوَ انــــڪـــــل وجـــڙ وارو

وجَـــي ويــو ڦُــوڪــڙــي وارو..








★★

# سیبتِي صلاحَ

سدا منُ، مُکندڙ میدان رکجان!
کُشادو دل سندو دالان رکجان!

الف سان "اُنس" ءِ "انسان" پولَي
پٿيءَ تي پیار وارو گیان رکجان!

نہ فرقو رنگ، مذهب یاد رکجان!
سدائین سوچ ۾ "انسان" رکجان!



عَمل سان گُفتگُوءَ سان مُور ٺُنهنجَي
نہ ڪنهن جِي دل ٽُٽي، هِي ڏيان رکجان!

ڪجان ٻيڙا سيِن جا پار دل سان
ٻين لئہ زندگي آسان رکجان!

مُحبّت، صبرُ، محنت، بُردبارِي
سدا سؤکو سچو سامان رکجان!

سدا سنگت سان رهجان ڳسُ ڪسرَ ۾
مُسلسل دوستِيءَ جو مانُ رکجان!

سُپت جي مَحل ۾ رکجانءِ اچُ وچُ،
ڪُپت جي ڪوٺ کي وِيران رکجان!

ڳجان پُورو مهل سان واعدن کي
سَدا پنهنجي چئي جو مان رکجان!

ڪرين جي فيصلو ٻين جي چُڪُن جو
مُعافِيءَ جو سدا امڪان رکجان!

سدا ڏِينديءِ ٻري اللهُ غَيبئُون
ڳيي ۾ مانَ لئہ اِيمان رکجان!





★★

# روشن سُياٽو

بانبڙا پائي ٿو جيڪو ٻارڙو
گهر جي هر ڀاتيءَ جِي اک جو تارڙو

جو آ اڄ معصُوميت جو هڪ مثال
ءِ ٿو ٻاتا ٻولَ ٻولي نونهال

تنهن جي سِرَ تي بار هن بيشڪ ڪئِين
جنهن جي آڏو آ بنهه دُنيا نئِين

هاڻ ايندڙ وقت ۾ دُنيا جا رنگ
تيڪنالاجيءَ جا بدليلَ ڍونگَ ڍنگ

علم سان گڏ پڻ عمل جي آرزُو
ڪجهہ نئون لوچَي لهڻ جِي جُستجُو

پڪَّ سان هن کي بڻائِيندي اَمر
ڪئِي مُحبّت ساڻ محنت هِن اگر

هي نہ هڪڙَي ٻار سان واڳيل اُميدَ
ان سمُوري نسل ۾ آهي اُميدَ

سنڌُ جَي جيڪي صبُح جِي هِن رسِيدَ
سي پَسائيندا اسان کي نيڪ عِيدَ

هِي وڏا تي ٻار ڌرتيءَ جا ڪڻِي
ڪجهہ ڪرڻ جي عزم جو نعرو هڻِي

سنڌ کي پنهنجيءَ ڪندا پڪَ سُرخرُو
قوم جِي پوري ڪندا هر آرزُو

ٻانبڙا پائي تو جيڪو ٻارڙو
سو نہ هُوندو ڪنهن طرح ويچارڙو






***

# مَڇين جو مُڪالمو

"او مڇِي!
سُهڻِي مڇِي!
قُربائِتِي مُومَلَ مڇِي!
او مڇِي! بُڌَا! پيڻ مُنهنجِي...
تُون پئي ڪاڏي وڃين!؟"

"مان تہ گولهيان پئي شِڪار...
صبح لاڳُون، ڪانہ ٿم نيرن ڪِئي...
مُنهنجِي اِدِي!"

"رات دعوت ۾ نہ چو آئي هُئينءَ پيارِي مَڇِي؟"

"رات مُون کي اوچتو نڪتو بُخار...
تنهن ڪري دعوت ۾ آئِي ڪونہ هَس...
تُون خبر ڏي!
تو پلا نيرن ڪئي؟
سُهڻِي مڇي!"

"بس مِڙئي رنگرُوٽ هڪ َقاتِي مڇي
ليڪن مزي جي ڪانہ هُئِي...
سو ڍئو نہ تي آهي سگهيو
پيٽ خالي تو لڳي..."

"اڄُ ادي! پو گڏ هلئُون
ڪا ڍئو ڪري نيرن ڪيئُون...
ڪا ٻارڙي ڪُرڙي جهليُون..."

"ها هلئُون ٿا، پر ادِي!
لوڪ شايد تو چوي بلڪُل صحيح...
هر گهڙِيءَ پاٽيءَ اندر رهندي بہ پنهنجي
باسَ ان ڪارڻ نہ تي هرگز مَري..
انڪري..
انَ ڪري جو پاڻ پنهنجي ئي برادر جو تيُون قتلِ عام ڪيئُون...
تي مڇي ڪائَي مڇيءَ کي...
تنهن ڪري خوشبُو سندو..



ڪو حوالو پاڻ سان ناهي جُڙيَل...
باسَ اهڙِي آ وسيَلَ جو
هيءَ ڪڪِي آهي سُجاڻپ هن برادرِجي آتل...
جا آ رهڻِي مُستقل...“








★★

# ٻلِيءَ ڪُوئو

ٻـلـيءَ جـي خُـواب ۾ چـيـچـڙا پُـراڻـي ڳـالـهـ تِـي ويـئِـي
ٻـلِـيءَ جـي خُـواب ۾ ڪُـوئـو سـدا سـائِـي ڪـهـاڻِـي آ

ٻـلِـيءَ جـي جـاڳ ۾ ڪُـوئـو ٻـلِـيءَ جـي راڳ ۾ ڪُـوئـو
ٻـلِـيءَ جـي خـيـال، تـوڙي ڌيـان تـوڙي يـاڳ ۾ ڪُـوئـو

ٻـلِـيءَ جِـي ٻـاڙ ۾ ڪُـوئـو ٻـلِـيءَ جـي تـاڙ ۾ ڪُـوئـو
سـڙَي ٿـو پـيـو صـبـح سـانـجـهـيءَ ٻـلِـيءَ جـي سـاڙ ۾ ڪُـوئـو

ٻلِي تي جنهن جي لئہ ٭1 گھاٽُون وجهي، سو جُوان آ ڪُوئو
ٻلِيءَ ڪي جنهن جِي خُواهش آ، سو ٭2خاني خان آ ڪُوئو

ٻلِي تي حج تي اُسهي ٻہ نوَ سئو ڪي ڳهڻ ڪان پوءِ
ڪُوئو ٻِرَ ۾ ڪِرَي سجدَي، فقط "مياٺُون" ٻُڌڻ ڪان پوءِ

رهي تو ڪوڙڪِيءَ ڪان پريَرو هوشيار آ ڏاڍو
ٺُڪي ڪپڙا ڪري تو ناس، هِي آزار آ ڏاڍو

ڪٿي ڏسُ! شِينهن جِي ماسِي، ڪٿي ڏسُ! هيڏڙو ٭3 "موشِي"
ڏُڪائي تو ٻليءَ کي جڻ ڪَرائي ڪيس ٭4 "ڪنَ ـ ڪوشِي"

ڪُوئي جي هُوندَ جِي بس ايترِي پُوري ڪهاڻي آ
ڪُوئي جي ڪِدِ، چَرِي چارئي پهرَ ٻلِڙِي سياڻي آ



---

٭1 = شڪار جو جمع (گهات = شڪارُ. واحد)
٭2 = نوَاب
٭3 = ڪُوئي جو فارسِي لفظ
٭4 = ڪنن کي پڪڙي، اُٿ ويهہ ڪرڻ جو عمل (جيڪو اڳي سزا جي طور تي اُستاد شاگردن کان ڪرائيندا هُئا)



پيارا ٻارؤ!

هي اسڪيچ، سنڌ جي نامياري مُصوّر فتاح هاليپوٽي (شرجيل) هن ڪتاب جي حتمي ٽائٽل (سرورق) ڊزائن ڪرڻ کان اڳ، رَف انداز ۾ ٽائيٽل ۾ شامل ٿيندڙ مُختلف ڪردارن کي پنهنجي پنهنجِي جاءِ ڏيڻ جو تصوّر پنهنجي ذهن ۾ سِڌو ڪرڻ لاءِ جوڙيو هو. جڏهن سائين فتاح فائنل ٽائيٽل (جيڪو هن ڪتاب جي پهرين پاٺي تي ڇپيل آهي)، مُنهنجي حوالي پئي ڪيو ته هي "رَف اسڪيچ" بہ ڏيکاريائين. مُون ان خيال سان تہ هن ٽائيٽل جي تخليق دؤران آرٽسٽ جي ذهن ۾ آيل پهريون تصوّر بہ هن ئي ڪتاب جي صفحن ۾ هميشہ لاءِ محفُوظ ٿِي وڃي، هي رف اسڪيچ جيئن جو تيئن شايع ڪري رهيو آهيان، تہ جيئن اهو هڪ دلچسپ يادگِيرِيءَ طور تاريخ ۾ محفُوظ ٿي وڃي. (ياسر)

# سنڌڙي ڪتابي سلسلي پاران ڇپايل ڪتاب



1 ـ "**وکريل موتي**" (ڊاڪٽر عطا مُحمّد "حاميءَ" جي مقالن جو مجمُوعو)
مُرتب: مقصود گل ـ 1983ع ـ (ختم ٿيل)

2 ـ "**زندگيءَ ڏي موٽ**" (ڪرشن چندر جي ڪهاڻين جو سنڌي ترجمو)
مترجم: مقصود گل ۽ مختار گهمرو ـ 1985ع ـ (ختم ٿيل)

3 ـ "**ڪرڻا ڪرڻا**" (ٻارڙن لاءِ شاعري) مقصُود گل ـ 1986ع ـ (ختم ٿيل)

4 ـ "**امن آب حيات**" (شاعري) سرڪش سنڌي ـ 1987ع ـ (ختم ٿيل)

5 ـ "**لهر لهر دريا**" (شاعري) استاد بخارِي ـ ٻيهريون ڇاپو: 1990ع ـ (ختم ٿيل)

6 ـ "**رت ڀنا رابيل**" (شاعري) مقصُودگل ـ 1991ع ـ (ختم ٿيل)

7 ـ "**هڪڙو پيارو ماڻهو**" (قاضي عبدالحيّ "قائل" جي شخصيت ۽ ادبي خدمتن تي لکيل مونوگراف) قاضي منظر حيات ـ 1992ع ـ (ختم ٿيل)

8 - "**منيءَ جا سُر**" (شاعري) عبدالغفار "تبسّم" - 1992ع - (ختم ٿيل)

9 - "**لهر لهر دريا**" (شاعري) استاد بخارِي - ٻيو ڇاپو: 1993ع - (ختم ٿيل)

10 - "**چنڊ ستارا جهوليءَ ۾**" (ٻارڙن لاءِ شاعري) مختار گهُمرو - 2001ع - (ختم ٿيل)

11 - "**رتوديرو - مختصر تاريخ**" (تاريخ) مقصُود گل - 2002ع - (ختم ٿيل)

12 - "**اُٺ ماما گوگڙُو**"(ٻارڙن لاءِ شاعري) ياسر قاضي - 2014ع - مُلھ: 100 رُوپيہ (سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري حيدرآباد پاران "سال 2014ع جي ٻارڙن جي بهترين سنڌي ڪتاب" جو ايوارڊ ماڻيل)

13 - "**گُل چنو گُرنارَ جو**"(ناماياري شاعر، عالم، دانشور، تعليمدان ۽ حضرت سچل سرمست رحہ جي شارح، مقصُود گُل جي 125ورڻ تي اديبن، دانشورن ۽ سنڌس دوستن جا تعزيتي پيغامَ ۽ سارُوٽيون) مُرتب: ياسر قاضِي - مارچ 2015ع - مُلھ: 500 رُوپيہ

14 - "**اُٺ ماما گوگڙُو**"(ٻارڙن لاءِ شاعري - ٻيو ڇاپو) ياسر قاضي - 2016ع - مُلھ: 200 رُوپيہ

15 - "**لولو ننُم ڪانوَ ڪي**"(ٻارڙن لاءِ شاعري) ياسر قاضي - 2017ع - مُلھ: 200 رُوپيہ



# ياسر قاضيءَ جا ڇپيل ڪتاب



1 - "**بيڙيءَ ۾ چنڊ**" (ٻارڙن لاءِ شاعري) - ڊسمبر 2012ع

ڇپائيندڙ: پوئيٽ پبلشنگ هائوس، خيرپور - مُلهه: 100 رُوپيه

(سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري حيدرآباد پاران "سال 2012ع جي ٻارڙن جي بهترين سنڌي ڪتاب" جو ايوارڊ ماڻيل)

2 - "**اُٺ ماما گوگڙو**" (ٻارڙن لاءِ شاعري) نومبر 2014ع

ڇپائيندڙ: سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو/ڪراچي - مُلهه: 100 رُوپيه



(سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري حيدرآباد پاران "سال 2014ع جي ٻارڙن جي بهترين سنڌي ڪتاب" جو ايوارڊ ماڻيل)

3 - "**گُل چنو گرنارَ جو**" (نامياري شاعر، عالم، دانشور، تعليمدان ۽ حضرت سچل سرمست رحہ جي شارح، مقصُود گُل جي وڇوڙي تي اديبن، دانشورن ۽ سنڌ دوستن جا تعزيتي پيغامَ ۽ سارُوڻيون _ ترتيب) مارچ 2015ع

ڇپائيندڙ: سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو/ڪراچي - مُلهه: 100 رُوپيه

4 - "**اُٺ ماما گوگڙو**" (ٻارڙن لاءِ شاعري) ٻيو ڇاپو: نومبر 2016ع

ڇپائيندڙ: سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو/ڪراچي - مُلهه: 200 رُوپيه

5 - "**لولو ڏنم ڪانوَ کي**" (ٻارڙن لاءِ شاعري) ڊسمبر 2017ع

ڇپائيندڙ: سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو/ڪراچي - مُلهه: 200 رُوپيه

# ياسر قاضيءَ جا ايندڙ ڪتاب

1 ـ ”**پئسفڪ جي پاڙي ۾**“ (امريڪا جو سفرنامو ـ سنڌيءَ ۾)

2 ـ ”پیسفک کے پڑوس میں“ (امريڪا جو سفرنامو ـ اردوءَ ۾)

3 ـ ”**لياري ٿو لنڊن**“ (برطانيہ جو سفرنامو ـ سنڌيءَ ۾)

4 ـ ”**اگر، مگر، مُبادي**“ (اردو ڪالم)

5 ـ ”**بيقرارَ جا نغما**“ (سنڌي شاعري)

6 ـ ”**جِی جانتا ہے**“ (اردُو شاعري)

7 ـ ”**زلفِ اياز**“ (ڊاڪٽر اياز قادريءَ جي سنڌي شاعريءَ جو منظُوم اردو ترجمو)

8 ـ ”**سُخنِ شهباز**“ (حضرت لال شهباز قلندر رحہ جي فارسي شاعريءَ جو منظُوم سنڌِي ۽ اردو ترجمو)





# ٻارن جي ڏاڻوَ جو شاعر

ياسرقاضِيءَ جي ٻارن لاءِ لکيل شاعريءَ ۾ رِدَمُ بہ آهي تہ منجهس گُوناگُون رنگ بہ نظر اچن ٿا. هن ڪتاب ۾ شامل نظمَ ۽ گيتَ، نہ صرف ٻارن جِي دُنيا جو سير ڪرائن ٿا، پر اُنهن جي پسند جا موضُوع، جهڙوڪ: ماءُ پِيءُ، علم، ڪاڄ خوراڪ، ڌرتي ماتا وغيره ڪين چڱائِيءَ ۽ وطن جِي حُب طرف بہ مائل ڪن ٿا. نہ صرف ايترو، پر ياسر پنهنجن نظمن ۾ جانورن، جيون ۽ جِيتن جي دُنيا جو بہ سُهڻو سير ڪرايو آهي. سندس پوئين مجمُوعي ۾ شامل ”شينهن ۽ ٻڪِريءَ جي شادي“ کان وٺي هن مجمُوعي ۾ شامل ”گُڏي گُڏِيءَ جي شاديءَ“ تائين سڀ موضُوع وڻندڙ، سگهارا ۽ ٻارن جي ڏانءَ وٽان آهن. ياسر جو حمد پڙهندي، مُون کي ڪِوِي ڪشنچند بيوسِ جي لکيل ڏٽيءَ جِي بندگِيءَ جي گيت: ”مهر ڪر مهر جا سائين، نماڻن ماڻ تُون... جنهن ۾ نت مُنهنجِي چڱائِي، ڏي سخِي! ڪا ڏاڻ تُون!“ جُون سِٺُون لبن تي اچِي ويُون.

ياسر لاءِ نيڪ تمنائُون... مُون کي پروسو آهي تہ سندس هن ڪتاب ”لولو ڏنُم ڪانوَ کي“ کي نہ صرف ٻار پسند ڪندا، بلڪ ادبي دنيا ۾ بہ ان جي پر پور آجيان ڪئي ويندي.

-وِينا شرنگِي

نئين دهلي (ڀارت)

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ چڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ چڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٽي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناڏانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)